ڪتاب جو نالو: ڪبير
ليکڪ : پرڀاڪر ماچوي
سنڌيڪار: نارائڻ شيام
ڪتاب نمبر: ١٨
ڇاپو پهريون: ڀارت ١٩٨٠ع
نيون : سنڌ ٢٠٠٢ع
ڳاڻيٽو: هڪ هزار
ڇپائيندڙ: سنڌ ادبي اڪيڊمي
• ڇپرائي هيٺ : شيخ سلطان ٽرسٽ
سوزل لائينز ڪراچي
سرورق ۽ تصوراتي خاڪو
قيمت: چاليهه رپيا

# جن روح ۾ رب

هندو ڪهون توهون نهين مسلمان ڀي ناهين،
پانچ تتوڪا پوتلا، غيبي کلي ماهين.
-ڪبير

دنيا ايڪويهين صديءَ جي چائنٽ تي بيٺي آهي. ١٩٩٩ع ويهين صدي جو آخري سال آهي ۽ اڄ جي دنيا کي Global Village جي نالي هڪ ڳوٺ ڪري سڏجي ٿو. منهنجي حساب ۾ دنيا سڪڙجي هڪ دهليءَ وانگر ريڊيو ۽ موبائيل فون جي صورت ۾ اسان جي کيسي ۾ پئي آهي. ڪمپيوٽر انٽرنيٽ، فيڪس ۽ سپرسانڪ جيٽ، بلٽ ٽرين وغيره وغيره حيرت ۽ عجب ۾ وجهندڙ ڪلوننگ ذريعي ماڻهو سرجڻهار ته بڻجي ويو آهي، پر پنهنجي سياسي، سماجي، نفسياتي ۽ مذهبي مت ڀيدن کي ويجهي ٿو ڏينهون ڏينهن منجهائيندو. بس پاڻ جوڙيل هڪ ڪوريئڙي جو ڄار آهي، جنهن ۾ پاڻ کي ڦاسي پيو آهي. روز نوان فلسفه حيات ازمس نڪرن ٿا ۽ ماڻهو الله کان ويجهو ته ڇا وڌيڪ پري ٿيندو وڃي ٿو. هڪ ٻئي کي ساڙ، نفرت، ڪروڌ ۾ ڪٽيندو، ماريندو، ڌاميندو، دنيا کي مٽن ۾ ميسارڻيندڙ بڻجي ويو آهي. اتي ١٥-١٤ صديءَ جو يڳت ڪبير اڄ به عجب ۽ تپرس ۾ تڪيندو رهي ٿو، جنهن هن

سيني مونجهارن کي پهريون دفعو سنواري سرل ڪري پيش ڪيو هو.

He is the first torch bearer in the path of clear spiritual thinking and set an exact target for man on earth.

هي ئي سرموڙ روحانيت جو سرچمو آهي، سيني ۾ اتم، شُد، پاڪ، دوئي-ٻيائي ۽ وهمن وسوسن کان آجو روحانيت جو سچ. ڪبير صاحب ئي صحيح معنيٰ ۾ موحّد (هڪ رب کي مڃڻ وارو) آهي، جيڪو هميشه خالق جي عشق ۾ غرق رهي ٿو، پنهنجي سچائي ڪولي رب کي پائي وني ٿو. عاشق ۽ معشوق جو وصال، روح مان رب ۾ جذب ٿي نور ٿيڻ وارن کي ئي موحد چئجي ٿو. هو دک سک، نيڪي بدي، فائدي نقصان، غم خوشي کان مٿي رهي پاڻ ۾ ئي تڪميل ڪولهي وني ٿو. ڪيس تعريف ۽ گلا يا راجائي ۽ گداگري جو غم ۽ خوشي نٿي چهي سگهي. هو پاڻ ۾ ئي آنند پائي وني ٿو، تنهائي، محفل جو محتاج ناهي، پر ان حالت کي بيان نٿو ڪري سگهجي. سندس لفظن ۾:

جو ديکي سو ڪهي ناهين، ڪهي سو ديکي ناهين."

مذهبي جهڳڙن ۾ ڪلاهن ۾ الله کي پائي نٿو سگهجي، رب ته دل اندر هر هڪ ۾ وسي ٿو. اسين ان کي ريتن رسمن ۽ ٻاهرين ڪريا ڪرمن ۾ ڪولهي، هڪ ٻئي کي غلط چئي دنگا فساد ڪري اجايو خون وهايون ويٺا. (سڀ کان وڌيڪ رتوڇاڻ دنيا ۾ مذهبي جنگين ۾ ٿيو آهي) ان سان ته رب راضي نٿو ٿئي جو،

"مذهبن ملڪ ۾ ماڻهو منجهايا. "
-سچل

خود ئي پيار آهي، اهو ڀڳتي (سچي عشق) ذريعي ئي الدران، مرشد جي مدد سان پائي سگهجي ٿو. ٻيو ڪوبه ذريعو طريقو، فلسفهٔ حيات يا ساڌن عبث آهي، اجايو آهي، بس اصل پاڻ جاڳائڻو آهي، دنياوي غفلت ڇڏي اندر ليئو پائي لال لهڻ لاءِ ڪنهن مرشد مٿيادار جي داوَن وٺي سچي پريم پيار سان اها وٿ حاصل ڪرڻ، ڪن نصيبن وارن جي واري ۾ اچي ٿي.

جئون تلون ۾ تيل هئه، جئون چڪمڪ ۾ آگ،
تيرا سائين تجهه ۾ بسي، جاڳ سڪين تو جاڳ.
-ڪبير صاحب

ماڻهوءَ جي اصل عظمت بس ماڻهو ٿيڻ ۾ ئي آهي. بهترين مطالعو "ماڻهو" ئي آهي ۽ دل آشڪار ٿي پاڻ سڃاڻڻ کان وڌيڪ ڪو فهم ڪونهي، پرين پائڻ جو، اهوئي آهي لطيفي سٽ جو مطلب "اِي ڪو ٻيو فهم جنهن سان پسجي پرينءَ کي." تہ ان فهم کي عام ۽ عالم آشڪار ڪرڻ وارو پهريون سچار ڪبير ئي آهي، فقط ڪبير ڀڳتي تحريڪ جو مهندار، هندو مسلمانيءَ کان پري سچ ۽ اصل کي هنس جهڙي ڇهڻ سان ڪوڙ ۽ ٻيائي کان الڳ ڪرڻ وارو سالڪ ڪاهوڙي، سنت ڪبيرا سندس سٿون ئي وڏي واڪي "حق" جو اعلان آهن. ذرا پيار سان پڙهڙن، پرجهڙن، ڪڙهڙن ۽ ڪيون. ها رهڻي نہ ڪهڻي،

"ان ڪهڻي ڪبو ڪوهہ، جو رهڻي رهيو نہ سپرين!"

تہ سچي سڪ سان سالڪ جي رهڻي رهي ئي مالڪ ملي سگهندو، جي هو پائي.

ايڪ نرنجن الله ميرا هندو ترڪ دوهون نهين نيرا

(خدا کي سڀ جو خالق مالڪ هڪ ڪري سڀ جو سانجهو مالڪ سمجهي انسان ۾ وحدت ڏسجي).

* *

اوڌو پولي ڪو کهر لاوي سوجن هر ڪو پاوي
سرت نرت سون ميل ڪري انحد ناد بجاوي

(مرشد کي ٻلبل هندي کي حق لاءِ اندر ڪٿي اندرين الاهي ڪلمي شان ملائي سگهي ٿو).

* *

پجهه گوبند پول مت جاهه مانس جنم ڪا ايهي لاهه

(ان مالڪ کي هميشه ياد ڪريو اِتي توڪل ڪيو پاڻ چڙهيو ته هو پنهنجو ڪري)

* *

انتر ميل جي تيرٿ ناوي تس بيڪنٺ نه جانا،
لوڪ پتيني ڪڇو نه هووي ناهي رام ايانا.

(مان ۽ تنهاڪي وڌيره وڪار اندر ۾ هوندا نه تيرٿ ڪرڻ مان ڪجهه نه ورندو ۽ نه ئي مالڪن جي محتاسان الله موجندو).

پروفيسر ناگپال

اي. انڊرهِل چوي ٿو: 'ڪبير ٻاهرين اسرار جو ڳجهو مکيه روپ سان ڄاڻو يا هلول آهي. ڄاڻو جي علامتن ذريعي ئي هُو اها ڳالهه آسانيءَ سان ٻڌائڻ جي ڪوشش ڪري ٿو جهڙوڪ ناچ ۽ پوڄا جي ڏور ۾ تبديل ڪائنات جي آنادي پينگهه جي ٻهه جديد تصويرن ڏانهن سندس ساڻدهه اشارو.'

مڌيه ڪال جي ڀارتي جيون ۽ ساهتيه تي ڪبير جو تمام گهڻو اثر پيو. هنديءَ ۾ سندس شخصيت جي عظمت فقط ڀڳتيءَ جي ٻيءَ پرناليءَ جي هڪ ٻئي پڪس ڪوي تلسيداس سان ملي سگهجي ٿي.

ڊاڪٽر ماچوي هن ڪتاب ۾ هن سنت ڪويءَ جي ڪا مذهبن ۾ برداشت، برادري جذبي جي واڌاري، سماج سڌار ۽ آدمي گهرائيءَ جي ڏس ۾ مدد ڏيڻ اهڙو عمدو بيان ڪيل آهي. لاشڪ وڏو ذرم خواه اعليٰ ادب جا ڪاڻڪي اهڙي موهيا ڪندا.

پنجاب يونيورسٽي
چنڊيگڙهه-١٤
٢٠ آڪٽوبر ١٩٦٧

هزاري پرساد دويدي
ٺيڪور پروفيسر
آف انڊين لٽريچر

## حياتي

ڪبير جي باري ۾ مليل تاريخي تفصيلن ۾ واڌ جي ڪچهڙائي ڏسڻ ۾ اچي ٿي. تاريخ نويس ۽ ساهتڪ ودوان خواه ڪبير پنٿي سڀني جا جدا جدا رايا آهن ۽ ڪبير جي واڻيءَ ۾ خود سندس باري ۾ اندروني ثابتي تمام گهٽ آهي. بهرحال قصن ڪهاڻين سميت جيڪي ڪجهه ملي سگهيو آهي انهيءَ آڌار تي سندس زندگيءَ جي خاڪي پيش ڪرڻ لاءِ ڪوشش ضروري آهي.

ڪبير جي هڪ مصرع ۾ ان سنت ڪوين جيديو ۽ نامديو لاءِ ڪبير جي ڳوڙهه طور هڪ ڪامل حوالو آهي. جيديو ٻارهين صديءَ ۾ ٿي گذريو آهي ۽ نامديو تيرهين صديءَ ۾. سن ١٥٩٦ع ۾ لکيل آئين اڪبري ۾ ڪبير جو نالو هڪ گذاري ويل مهاتما طور آيل آهي. ٻئي طرف مولوي غلام سرور پنهنجي خزينة الاصفيا ۾ ١٥٩٤ع ڪبير جي جنم جو سال ڄاڻايو آهي جو غلط لڳي ٿو. ڪبير چرت بوڌ جنهن واسطي ڪبير سمپرداءِ وارن کي وڏي عزت آهي، تنهن ۾ ڪبير جي جنم جو سال ١٣٩٨ع ڏنل آهي جو بلڪل ممڪن ٿو لڳي. فقط ايترو سو ڪنهن طرح يقين سان چئي سگهجي ٿو ته ڪبير پندرهين صديءَ ۾ زنده هئو. ان ڳالهه جي پٺڀرائي ان عام عقيدي سان به ٿئي ٿي ته ڪبير سڪندر لوديءَ جو همعصر هئو ۽ ساڻس مليو هئو. پوڪس پنڊتن سڪندر لودي سن ١٣٩٤ع ڌاري ڪاشيءَ ۾ آيو هئو. آرڪيالاجيڪل سروي آف انڊيا موجب بجلي خان اَمي ندي

جي ڪباري سن ١٤٥٠ع ۾ ڪبير شاه جو مقبرو ٺهرايو هئو. ٺهن هولڊي ۾ ڊاڪٽر رام ڪمار ورما جو خيال آهي ته بجلي خان ڪبير جو مقبرو نه پر هڪ يادگار جوڙايو هئو ۽ ڪبير جي تاريخ جيڪا آرڪيالاجيڪل سروي آف انڊيا ۾ ذڪر آهي سا ڪبيرازيءَ جي آهي.

عام عقيدو آهي ته ڪبير رامانند جو شش هئو، جنهن ليڪ ڊاڪٽر ڀنڊارڪر ۽ ڊاڪٽر موهن سنگهه الهن لکيا مڃين. گريئرسن رامانند جي جنم جو سال ١٢٩٨ع ڪري ڄاڻايو آهي. ٻئي پاسي فرقهار ۽ ڪي ١٤٠٠ع ۽ ١٤٧٠ع جي وچ سمجهن ٿا. ڊاڪٽر گوولد ترگنيت سموري موجود مواد جي جڇتاڇ ڪرڻ بعد ان نتيجي تي پهتو آهي ته ڪبير ١٣٩٨ع ۾ ڄائو هئو. الهن سڀني مختلف نظرين مان ظاهر آهي ته ان باري ۾ هڪ ذرمي ٻڌجڻ ڪيڏي نه ناداني آهي.

ڪبير نالو متس هڪ قاضيءَ رکيو هئو جيهڪي قرآن کولڻ سان هيءُ عربي لفظ سامهون آيو جيهنجي معنيٰ آهي 'وڏو'. ڪبير پهنجي هڪ دوهي ۾ چيو آهي:

ڪبير آنهه ڪبير تون - لنهنجو نانءُ ڪبير
رام رتن لڌهين ملي - پهرين چئي شريو!

ڪبير جي جنم آستان بابت ٽي رايا آهن: مگهر، ڪاشي ۽ اعظم ڳڙه ۾ بيلهرا نالي هڪ ڳوٺ. مگهر جي پڪ ۾ دليل آهي ته ڪبير پهنجي واڻيءَ ۾ ان جڳهه جو ذڪر ڪيو آهي. چوي ٿو ته مون ڪاشيءَ کان پهرين مگهر ڏٺو آهي ۽ موٽ کان اڳ مونئي مگهر ڏٺو آلر. مگهر ڪاشيءَ (موجوده بنارس يا واراڻسي) جي ويجهو آهي ۽ منجهس مٿي ذڪر ڪيل ڪبير جو مقبرو آهي.

انهن ٻڌايو آهي ته ڪبير پنهنجي زندگي گهڻو ڪري، جيئن پاڻ پنهنجي لاءِ چيو اٿائين، ’ڪاشيءَ‘ ۽ ’ڪوڙي‘ ۾ گذاري ۽ ڪبير پنٿ جي ڪيترن ڪتابن مان انهيءَ تائيد ٿئي ٿي. پر مشڪل ٿي ڪا پڪي ثابتي ملي ٿي ته هو ڪاشيءَ ۾ ڄائو هئو. بنارس گزيٽ ۾ جو ڪبير جي ٻيلهرا ۾ جنم پاتو لکيل آهي اهو بنياد ممڪن آهي ته سندس لهرتارا ۾ جنم جي عام روايت هجي. ليڪن ان روايت واسطي ڪو اعتبار جوڳو ثبوت ڪونه آهي ته ٿي وري ڪبير متعلق يا سندس پنٿ يا پوئلڳن متعلق ڪو يادگار اعظم ڳڙهه ضلعي ۾ آهي.

ڪبير جي جنم بابت ۽ سندس ذات جي باري ۾ ڀڃ جدا جدا روايتون آهن. هو الاهي نور مان پيدا ٿيو هئو يا لهرتارا ۾ هڪ ٽڪري ڪمل گل تي هٿڪي لڌو ويو جهڙن ڪرامتي قصن کي پاسي ڪري ڇڏجي ته به روايتون مختلف جهڙيون لڳن ٿيون: هڪ ته هو ڪنهن وڌوا برهمڻيءَ جو ٿيو ڪيل ناجائز ٻار هئو جيڪو ڪوري ذات جي هڪ مسلمان جوڙي نيرو ۽ نيما کڻي وڃي پاليو ۽ يا هيءَ ان جوڙي کي ڄائو هئو. سندس شعرن مان فقط ان ڳالهه جو حوالو ملي ٿو ته پاڻ اڃا ننڍو ئي هئو جو سندس ماءُ پيءُ گذاري ويا.

سندس ذات بابت ٻي مت آهن. هو پنهنجين رچنائن ۾ پاڻ کي جلاهو ۽ ڪوري ڪري سڏي ٿو. جلاهو معنيٰ ڪوري ۽ واراڻسيءَ ۾ جلاها اڪثر مسلمان آهن. ڪوري هڪ قسم جا ڪرائتا آهن ۽ اتر پرديش ۾ گهٽ ذات ڪري ليکيا آهن. ڊاڪٽر هزاري پرساد دويديءَ انوسار ڪبير جڳي يا جوڳي ذات جو هئو (ڪبير پنهنجي پيءُ کي گسائين ڪري سڏي ٿو) جي ڪوري ٿيندا هئا ۽ اسلام قبول ڪيو هئائون. هو لباس مان نڪتل ناٿ پنٿي سڌجنڌ رمتو فقيرن جا پوئلڳ.

هوندا هئا. هندوستان ۾ مسلمانن جي حڪومت ٿيڻ بعد مذهبانئن گهڻا اسلام ۾ داخل ٿيا، ۽ سندن اڳوڻيون عادتون ۽ سوچڻ جا طريقا اهي ئي هلندا آيا. ڊاڪٽر دويدي ٻنهي ان نظريي جي پٺڀرائي ۾ هيٺيان دليل ڏئي ٿو: ڪبير پاڻکي جُلاهو ڪري سڏيو آهي ۽ ڪٿي به مسلمان ڪري نه چيو آهي. جڏهن جڏهن به پاڻکي 'نه هندو نه مسلمان' ڪري سڏي ٿو ان وقت سندس اشارو چئن ورڻن کان هڪ گهٽ ذات ڏانهن آهي. ٻنهي هڪ شعر ۾ ڪبير چوي ٿو ته جوڳي، هندو ۽ مسلمان هڪ ٻئي کان الڳ، جدا جاتيون آهن —

جوڳي گورک گورک پڪارن،
هندو رام رام اچارن،
مسلمان هڪ خداه الاهو
ڪبير جو سوامي هرهنڌ سمايو!

اها روايت ته ڪبير جي مرڻ بعد سندس هندو ۽ مسلمان مريدن جي وچ ۾ هُنجي آخري ڪرياڪرم بابت جهيڙو ٿي پيو — هندن سندس آخري سنسڪار ڪرڻ ٿي چاهيو ۽ مسلمانن کيس دفنائڻ ٿي گهريو (چيو وڃي ٿو ته سندس لاش تي گلن جو ڍير ٿي پيو جي ٻنهي فرقن اڌو اڌ ڪري ڪيا) — ۽ اها روايت ته کيس ٻه گرو رامانند ۽ شيخ تقي هئا، ان ڳالهه جي پٺڀرائي ڪن ٿيون ته هو ڄاتي جي ڪان ڪنهن به ڪٽرعقيدي جو نه هئو. ٻنهي جي ڪٽرپڻي تي نڪته چيني ڪري سگهيو ٿي ۽ سندن سڀني کان پار وڃي ڪُل ڪائنات جي هڪ ئي مالڪ جو تصور ڪري سگهيو ٿي جاڻان ته کيس چالو ڌرمي مهتانن کي ٺڪرائڻ لاءِ ڪافي سبب هئو.

سندس تعليم ۽ مذهب جي باري ۾ به گهڻئي قياس آرائيون آهن. ان ڳالهه ۾ ڪي سهمت آهن ته هو تعليم يافته نه هئو، ڇو ته باقاعدي ڪنهن مڪتب ۾ ڪونه پڙهيو. پاڻ ۽ فيلسوفي ته جا خود ڪيڙي اٽڪل جي هئي جي نه باقاعدي تربيت ڪانه مليس. ڊاڪٽر موهن سنگهه ان راءِ جو آهي ته ڪبير ”گرو“ لفظ ايشور جي معنيٰ ۾ ڪم آندو آهي ۽ ڪنهن به ڪو مرشد يا هادي ڪونه هئو جو روحاني راهه ڏيکاريس ۽ روحاني راز سيکاريس. حقيقت ۾ هو ”نگرو“ سڏبو هئو. سندس تمثالو خيال، سندس ذاتي خالو هئو ۽ سندس روحاني سمجهه ٻوجهه پنهنجو پاڻ حاصل ڪيل هئي. ليڪن مالڪوم، ويسٽڪاٽ ۽ ڊاڪٽر آر. ايس. ترپاٺي ان راءِ جا آهن ته شيخ تقي سندس استاد هئو، جنهن غلام سرور جي خزينة الاصفيه ۾ بيان ٿيل آهي. اگرچه سندس صوفي هجڻ بابت سندس لکڻين مان شڪ و شبهن نه بچي ڪونه ٿو ملي تنهن هوندي به ايترو ظاهر آهي ته مٿس صوفي ويچارن جو گهرو اثر هئو. ساڳي طرح راماننْد مان سندس لاڳاپي جي ڳالهه به ڄٽي سگهجي ٿي، ڇو ته راماننْد ۽ ڪبير جي سکيائن ۾ تمام گهڻي هڪجهڙائي ملي ٿي جيتوڻيڪ ڪبير ڪٿي به ڏانهن سڌو اشارو نه ٿو ڪري ۽ چوي ٿو ”منهنجو گرو بنارس ۾ رهي ٿو.“ دبستان المذاهب جو مصنف محسن فاني ۽ ڀڪت مال جو رچيندڙ نابا داس ۽ ان جو ٽيڪا ڪار پريا داس سڀئي ان ڳالهه جي تصديق ڪن ٿا ته راماننْد ڪبير جو گرو هئو.

ڪبير جي گهريلو زندگي سگهي زندگي ڪانه ٿي لڳي. ڪنور ڄڻيا-ۇ هوندي به دنيوي نالن کي هن ڏڪاريو نه ٿي، پر شادي ڪري اولاد ڄڻي ۽ انهن جي پالنا ڪاڻ پورهيا ڪمائين. ڪجهه روايتن مطابق لوئي نالي ڪنهن زال هئي

جنهنجي ماءُ پيءُ وغيره جي ڪابه سڌ ڪانه آهي. ڪيترن
۽ ڪٿي سندس شادي لئي اهڙو به هڪ راز آهي. ڊاڪٽر
رام ڪمار ورما هڪ رايو پيش ڪيو آهي جو سندس چوڻ
موجب ڪبير جي لکيتن اندر ذڪل ڪابيتن لئي پڌل آهي ته
ڪبير کي ٻه زالون هيون، هڪ ڪهڙلو ۽ ٻي سندري. اها
ٻي زال دنيا يا رام جيا سڏبي هئي. جنهن ته ٻوڙن نالو
ڏڪيل ڪٿي ۾ ناچڻن واسطي پڻ هڪ آندو ويندو آهي،
الڪري ڊاڪٽر ورما جو خيال آهي ته اها ٻي زال ٿي سگهي
ٿو ته ڪا طوائف هجي. ان چوڻ جو ضرور ڪرڻي ته اها
ڳالهه ڪبير پنهنجي وارن کي منظور ناهي ۽ سچ پچ ته ان لئي
ڪين سخت اعتراض آهي.

ليڪن لهن عوامي ۾ عام طرح اهو مڃيو ويندو آهي ته
ڪبير کي ڪمال نالي هڪ پٽ ۽ ڪمالي نالي هڪ ڌيءُ
هئي. چيو ويندو آهي ته انهيءَ پٽ ۽ ان جي ماءُ لوئيءَ کي
ڪبير جا ٻرمارلي طريقا پسند نه هئا. اهو ڪبير جي والئيءَ
مان به صاف ظاهر آهي جنهن ۾ پنهنجي زال جو ذڪر
ڪندي اڪثر اگرا لفظ ڪتب آڻي ٿو — بدصورت، ڪجاٽ،
ڪلڇڻي — ۽ هوءَ به ڪبير جي ساڌن مهاتمائن جي
مهمان نوازي ڪرڻ لاءِ شڪايت ڪري ٿي جڏهن ڪ ڪيس
ٻچڙن لئي گذارڻو پوي ٿو.

جيتوڻيڪ ڪبير هڪ ڪوري هئو ۽ ڪپڙو اڻڻ سندس
اباڻو پيشو هئو پر تڏهن به ان ڌنڌي ۾ هڪ هنر طور خواه
روزگار جي وسيلي طور سندس رچي ڪانه هئي. سندس
شعر ۾ ان ڌنڌي جا ڪيترائي استعارا استعمال ٿيل آهن مثلا
آڏاڻو، تاڃي ۽ پيٽو، چادر، لڙو ۽ چرخو ٻيو ٻوه به ڪيس
سٽ ڪاڻ وڏيڪ گيان جي تاڃي ۽ گراهڪن کان واڌاري

لڳي ٿي. اهي ئي سبب هند جي تاريخي شهرت وارا آهن ۽ مشهور ايراني صوفين سان واسطو آهن اِلڪري ڪبير الهيءَ زيارت ڪئي هوندي انهن واجب ڄاڻو ويو.

انهن ڳالهين ڪين سگهيو. پنهنجي ڄمڻ وقت ڪبير جو ماءُ تهمت ليو. اسڃ ته ننڍ ذات ۾ جنم ڪري ته رکيو ڪيس نظر انداز ڪيو ويو ۽ پر اهڙي طرح سبب مٿس ڇڙوڇڙ ڪيو ويون. ڪيس جسماني تڪليفون به ڏنيون ويون. ڇوڙ وڃي ٿو ۽ سندس شعرن مان به انهن معلوم ٿئي ٿو ته ڪن ماڻهن سندس ٻئي هٿ پٺيءَ ٻانهن ٻڌي ڪيس مارڪٽ ڪئي. هڪ روايت مطابق سڪندر لودي به سندس آزاريندڙن مان هڪ هئو. اننتداس جي تصنيف 'پرچئي' ۾ به ان جو ذڪر ڪيل آهي. جي ايڇ ويسڪاٽ جي ڪتاب 'ڪبير اينڊ دي ڪبير پنٿ' ۾ ڪبير جو پيءُ هندن خواه مسلمانن هٿان ستايل بابت هيٺين لفظن ۾ بيان ڪيل آهي:

'ڪبير جي صاف گوئيءَ ۽ سماج جي رسم رواج کان بيپرواهيءَ هر طرف سندس دشمن پيدا ڪري ڇڏيا. ڪبير پنٿين جي روايت پٽاندر شيخ تقي، جيڪو هئو جنهن مسلمانن پاران آواز اٿاريو. ان مشهور پير شهنشاهه سڪندر لوديءَ جي دربار ۾ وڃي ڪبير تي الزام لڳايو ته هو خدائيءَ جي دعويٰ ڪري ٿو ۽ انهيءَ ڳالهه تي زور ڏنائين ته اهڙي روش موت جي سزا جوڳي آهي. شهنشاهه ڪبير جي گرفتاريءَ جو حڪم جاري ڪيو ۽ ماڻهو موڪليائين ته هن کي آڻي دربار ۾ حاضر ڪن. اهي ماڻهو شام کان اڳ ڪبير کي پاڻ سان وٺي اچڻ لاءِ راضي ڪري نه سگهيا. ڪبير شهنشاهه جي اڏو ماٿ ڪري اچي بيٺو. قاضيءَ هڪل ڪيس ته اڙي ڪافر، شهنشاهه کي سلام ڇو نه ٿو ڪرين؟ ڪبير ورائيو:

حالي ۽ ڪبير جي وچ ۾ هڪ شبدن اچي ظاهر ٿيو جنهن کي ڏسندي ئي حالي ٻاهر ويو. ڪبير پاڻ اهڙيون گهڻيئي ڳالهيون مشهور آهن، ڪي سندس شش ۽ پوئلڳن جي لکيل احوالن ۾ درج ٿيل آهن.

سندس موت جي سال بابت چار الڳ الڳ رايا آهن: ڪي ان کي ١٤٤٧، ڪي ١٥١١، ڪي ١٥١٧ ڪري وٺن ٿا. اننتداس جو خيال آهي ته ڪبير ١٢٠ ورهين جي وڏي ڄمار ماڻي. ڌرمداس سندس جيئري ئي هنجي واڻي ڪٺي ڪرڻ شروع ڪئي هئي؛ ١٤٦٣ع ان پهرئين سنگرهه جو سال سمجهيو وڃي ٿو. ڊاڪٽر شيام سندر داس جو چوڻ آهي ته ڪبير ١٥١٧ع ۾ گذاري ويو. سر ڊبليو ڊبليو هنٽر پنهنجي ڪتاب انڊين امپائر (١٨٩٢) ۾ ڪبير جي ڄمار ١٣٨٠ کان ١٤٢٠ تائين ڏني آهي. ڊاڪٽر هري پرساد شاستري ١٣٩٨ کان ١٥١٨ تائين ڏني آهي.

اهڙو مشڪل سان ئي ٿيو آهي ته حياتيءَ جو ڪو جيڪا لڪ پڪ هڪ افسانو هئي. ڪبير جي واڻيءَ ۽ وچار ڌارا ايندڙ صدين ۾ نه رڳو هندي ساهتيہ تي پر اتر ڀارت جي عام ماڻهن تي ڪيڏي نه گهري ڇاپ هڻي. ان حقيقت جي مد نظر لاشڪ اهو ڪو نهايت اڻچٽو ۽ غير بخاطرخواه آهي. ان ۾ ڪو به شڪ ناهي ته ڪبير اوائلي هندي ساهتيہ جو عظيم گيتڪار ۽ رهنما وادي آهي. ڪمس 'پندرهين صديءَ جو هندستاني لوٿر†' سڏيو ويندو هئو، 'جهڪي صحيح طور هندي ڌرمي ساهتيہ جو سرجڻهار ڪري لکڻ گهرجي. هن

†مارٽن لوٿر جرمنيءَ جو مهان پروٽيسٽنٽ سڌارڪ (١٤٨٣ کان ١٥٤٦).

چترن ۾ ڪبير کي ڏاڙهي آهي، ڪيس ڪلهن ۾ لٽڪيل آهن ۽ مٿي فقيرن جهڙو نوڪدار ٽوپ. سندس ڪن ٽوبيل آهن جن ۾ ناٿ پنٿي جوڳين وانگر ڪنڊل پيل آهن. چترشالا پونا وارن جي ڇاپيل تصوير، پوءِ جي ٺڪيل آهي ۽ ان ۾ ڪبير کي هڪ هندو مهاتما ڪري ڏيکاريل آهي. انهن اهڙن چترن مان ڪبير جي سچي پچي شڪل شبيهه ۽ لباس بابت ڪا خبر پوي ٿي. شايد انهن ئي مناسبت هئڻ ڪري اڪار جو وڏو علمبردار هوندي به ڪنهن پنٿيءَ پوئلڳ ڏاڙان رهي— 'روپ رهت ڪمول نام'.

هتي اهو ڄاڻائڻ واجب ٿيندو ته ڪبير جي جيوني باري ۾ مستند ڪتاب ڪٿان ملي سگهي ٿو. ڪبير بابت پهريون حوالو نابهاداس جي ڀڳتمال ۾ آهي جا سمجهيو وڃي ٿو ته ١٥٠٠ع ۾ جوڙي وئي ۽ جنهن ڪيترن ڀڳتن جي زندگي ۽ سندن ڪرامتن جو ورنن ٿيل آهي. ان ڪتاب ۾ ڪبير لاءِ ڏنل ڇهن ڇپين مان فقط ايترو معلوم ٿئي ٿو ته هو رامانند جو شش هو. ان ڪتاب تي پرياداس جي لکيل ٽيڪا ۾ ان حقيقت جي تائيد ڪئي وئي آهي ۽ اهو به ڄاڻايو ويو آهي ته هو هڪ هندو برهمڻ وڌوا جي پيٽان ڄائو ۽ کيس نيرو ۽ نيما پالي وڏو ڪيو. ساڳي ٽيڪا ۾ اهو به چيل آهي ته ڪبير سڪندر لوديءَ جو همعصر هو. رنداس، غريبداس، ڌرمداس، پيپي ۽ تڪارام جي لکڻين ۾ پڻ ڪبير جو نالو اچي ٿو. سکن جي ڌرمي پستڪ گرو گرنٿ صاحب ۾ ڪبير جا ڪيترائي سلوڪ ۽ راڳ— چڙهيل آهن، ۽ سندس نالو گرو نانڪ جي واڻيءَ ۾ اچي ٿو. اندازاً ١٦٠٠ع ۾ اننتداس جي لکيل 'پرچئي' مان به ان ڳالهه جي تائيد ٿئي ٿي ته ڪبير ڪاشيءَ جو هڪ ڪوري هو ۽ رامانند جو شش هو،

باگهيل جي راجا ويرسنگهه جو هڪ همعصر ۽ سڪندر لوديءَ جي ظلم جو شڪار ۽ هڪ سنت جنهن ۱۲۰ ورهين جي وڏي عمر ماڻي.

۽ پارسي ۽ اردو ۾ ڪيترا ڪتاب آهن جن ۾ ڪبير ۽ سندس ڪرامتن بابت ذڪر ٿيل آهي. مولوي غلام سرور جي خزينة الاصفيا جو اڳيئي حوالو ڏنو ويو آهي. محسن فانيءَ جي دبستان مذاهب ۽ مولوي نصيرالدين جي تذڪرة الفقرا ۾ به ساڳيو ويو آهي ته ڪبير راماننـد جو مريد هئو. آئين اڪبري ۾ ڪبير جي مقبري بابت مختلف رايـن جو ذڪر ڪيو ويو آهي جنهن هڪڙن جي خيال موجب رتنپور صلع اوڌ ۾ آهي، ٻين جي ويچار موجب پوريءَ ۾ ــ ۽ منجهس پوئين ويچار جي حق ۾ پهچندو رايو ڏنو ويو آهي.

ويسٽڪاٽ پنهنجي تصنيف "ڪبير اينڊ دي ڪبير پنٿ" ۾ ڪبير جي نالي جا جدا جدا ڏهه ماڻهن متعلق، جن تاريخي تصنيفن ۾ آيل ۽ جدا جدا وقتن جا، ٻارهن حوالا ڏنا آهن: ڪبير چشتي ناگور جو جنهن گجرات ۾ ۱۸۵۴ ۾ وفات ڪئي؛ شيخ ڪبير "جلاهو" جنهنکي مسلمان پير ڪبير ۽ هندو ڀڳت ڪبير ڪري سڏيندا هئا ۽ جيڪو ۱۵۹۴ ۾ گذاري ويو، خواجه اوليا ڪبير جو بخارا وارو ۽ ۱۲۲۹ ۾ وفات ڪيائين؛ سيد ڪبير الدين حسن جنهن بلخ ۾ ۱۴۹۰ ۾ رحلت ڪئي؛ شيخ ڪبير پاڄڙا جو رهندڙ ۽ هڪ آسيي؛ شيخ عبدالڪبير يا بالا پير جنهن ۱۵۳۹ ۾ راه رباني ورتي؛ شيخ ڪبير ملتان وارو جو بلخ ويو ۽ اتان واپس هندوستان ۾ آيو ۽ اڪبر سان گڏ سفر ڪيائين ۽ فتحپور ۾ ۱۵۸۵ ۾ مري ويو؛ امير ڪبير مير سيد علي همداني جو ۱۳۷۹ ۾ ڪشمير ويو ۽ پنج سال رهي اتي گذاري ويو؛ سيد احمد ڪبير سيد

جلال الدين جو پٽ ۽ ڪبير الدين اسمعيل سيد جلال الدين جو پوٽو جو ١٣٢١ ۾ فوت ٿيو ۽ ديوان شاهه ڪبير جنهنجي ياد ۾ هڪ مسجد جونپور ۾ همايون جي راڄ ۾ جوڙائي وئي.

ڀورن ٻنهي جو خزينه الاصفيه ۾، ڇهين جو سير الاقطاب ۾، ستين جو منتخب التواريخ ۾، اٺين جو اخبار الاخيار ۾ باقي جو نوشته ۾ ذڪر آهي لو.

نه رڳو ڪبير جي شڪل شبهه ۾ جنم ۽ موت جي تاريخ بابت تاريخ نويس ادبي عالمن جي وچ ۾ متضاد آهن، سندس تصنيفن ۽ عقيدن بابت پڻ ڪيترائي ورودي ويچار آهن. نه به ڪنهن طرح چئي سگهجي ٿو ته عام طور سندس ڏوهه بابت هيٺيون نخمينو ٻين جي نسبت ۾ مقبول آهي.

ڪبير اپنشدن جي أدويت واد ۽ اسلام جي وحدانيت کان متاثر ٿيل هئو ۽ ڪجهه قبرقار سان. ڪبير جو اهو منو ـــ

جنهن جو ناهي منهن مٿو ـ ناهي روُپ ڪُروپ
خوشبو کان پڻ هلڪڙو ـ اهڙو اهو انوپ!

ساڳئي وقت ڪبير اي وشنوُ پنٿي پرمپرا جو به گهڻو اثر آهي. سندس ڪيترائي پد آهن جن ۾ ايشور ۽ انسان جي ناتي جو بيان صوفي ويچارن جي رنگ ۾ رڱل آهي، وري ڪيترا اهڙا پد آهن جن ۾ تانترڪ پنٿ يا ناٿ سمپردائن جي اصطلاحن جو استعمال ڪيو ويو آهي. اها به ڪن ٻين ۾ هڪ هڪ سهڄيو لڳي ٿو جنهن هڪ ٻولي واڻي ڪيترائي اثر جهڙيا ۽ پاڻ ۾ جذب ڪيا آهن. ان طرح ڪبير جي ڪن شعرن ۾ ڪنهن به بناوت ڏاران هڪ سڌا سنئون ٻولي جي لکتي لکي پيئي ۽ انگريزي سندس گهڻا لوڪ گيتن جيان ڳائيا آهن.

ساز ۾ شبد ۽ آسار ۾ شبد،
شبد آڪار، شبد نرآڪار!
شبد جي ٿي ٽمورلي آهي،
شبد نر آهي، شبد آهي نار!
آد رچنا جي شبد، شبد آهي
هو نرال خواه آهي نرال اونڪار!
شبد جي پرک ڪر ڪبير چوي
شبد ٿي ٻاني! آهي سرجڻهار!

ڪبير جي سڌانت جي سمجهڻ ناممڪن آهي. ليڪن هندن ۽ مسلمانن جي تنگدلي ۽ تعصب ٿي سندس ڌڪار ڪيس ٿي ڏيئن سماج سڌارڪن جي زمري ۾ آڻي ٿي.

ماڻهن جي: هيءَ مورکتا ڏس - ٻاهر ٻوجهڻ لاءِ وڃن،
پنهنجي گهر جو جند نه ٻوجهن - ڪاٿي تجهنجو پينڊ آڻ!

ڪبير جي مت ۾ وتراڪ تي گهڻو زور ڏنو ويو آهي ۽ ديهل آواز ۾ انهن تي ٻڌايو ويو آهي ته دنيا ڪوڙهن جي ماڙي آهي. بار بار انهن ڀو ورجائي ته آخر سڀ فاني آهي. شڪ ناهي ته ڪن آلوچڪن کي ٻڌ ڌرم ۽ ڪبير پنٿ ۾ هڪجهڙائي نظر اچي. ٻڌ ڌرم جا اصطلاح جهڙوڪ شونيه وغيره ڪبير دهرايا آهن. حقيقت ۾ سندس ڪي ڪي سٽون ته لڳي ٿو ناگ ارجن جي شوليءَ ڪاريڪا جو ترجمو هجن لڳن جڏهن ڪبير چوي ٿو:

ٻاري سڌيان - دچي دجي - هلڪو جوان نه ڪوڙ
مان جا جاڻان رام ڪي - اکئين ڏٺو نه موڙ!

ڪبير لڳاتار چيل ۽ اڻ چيل، آواز ۽ ماڻ جي وچ واري منزل ڏانهن اشارو ڪري ٿو. اوچ ڄاڻ وارن جي ڌيان ۾ آڻيندي ته نڪتو پيش ڪندي پوڙهن جي اَساس ۽ وچوڙائين جي ٻوليءَ ۾ ڀاڳي ڀائي ڪئي ٿو.

سڌس کي شبدن ۾ ٽڪريءَ پيٽ جو اثر پڻ ڏسجي ٿو. گورکناٿ ۽ ٻين ناٿ پنٿين جهڙا ڪم ڪيا اصطلاح ۽ محاورا به ڪم آندا آهن. سرتو ۾ اُن ڪملن ڏانهن اشارو، سواسن کي روڪڻ ۽ سادنا جو سچو طريقو گهڻو ٿيو يوگ درشن مطابق آهي.

ڇا ڪبير صوفي هو؟ ان منجهائيندڙ سوال تي ڪبير جي فيلسوفي بابت ۾ ويچار ڪنداسين.

ڪبير جي تخليقن تي بحث مباحثو ڪندي جيڪا دشواري آڏو اچي ٿي سا اها ته ڪيئن تصديق ڪجي ته سچ پچ سڌس تصنيفون ڪهڙيون آهن؟ ڪبير تي نقلي مواد ايترو اسانجي شڪل سڌس لالي ۾ پيو آهي ۽ اعتبار جوڳن ڄاڻن جي آڌار ڪري اصل کي نقل کان الڳ ڪرڻ جي لاءِ اوکو معاملو بڻجي پيو آهي. اها ڳالهه ويچار ۾ رکي آهو ۾ ذڪر ڪتابن جي فهرست پڙهڻ گهرجي: هندي، اردو، پنجابي (گرمکي لپي) ۾ ۽ ڪي انگريزيءَ ۾ ترجمو ٿي آيل ڇپايون واليون وڏيون ڀڃل مواد جي بنياد تي آهن جنهن جو ڪو به اصلوڪو دستخط موجود ڪونهي. ڪڏهن ڪڏهن ساکيون ٿي ڪيترن مختلف صورتن ۾ نظر اچي ٿو. ڇاپخانن وغيره مولجهارو وڌايو آهي ۽ غلط ڇپجڻ جي معني ته نهايت عرصي سان ڪٿي وڃي آهي. اهي سڀ ڪتاب پڙهڻ ته گويا جهنگل جهاڳڻو آهي. ٻين مطالعي واسطي شيام سندرداس، هري اوڌ، رام ڪمار ورما ۽ هزاري پرساد دويدي جي ايڊيٽ

ڪيل مسمر هندي ڇاپن جو سهارو ورتو ويو آهي.

هن بعد ايندڙ بابن ۾ ڪبير جي شعر جي ڪنهن ۽ هندي ٻولي ۽ ساهتيه جي واڌاري ۾ سندس جڳهه مقرر ڪرڻ جي لاءِ ڪوشش ڪئي ويئي آهي. فلسفائي رهسيه واد کي سندس ڏين جي قدر قيمت لاءِ ٻئين باب ۾ ڪوشش ڪئي آهي. هن جي لکڻين ۾ اهو فيصلو ڪرڻ مشڪل آهي ته ڪٿي شاعري ختم ٿئي ٿي ۽ ڪٿان رهسيه واد شروع ٿئي ٿو. دراصل، ٻنهي جون لنڊون ملائي هڪ ماهر ڪوريه اُڻيل ڪئي آهي. ڪبير لکيو پر نه ڪجهه به نه آندو. هن فقط ڳالهه ۽ پنهنجي اُنهيءَ جو اظهار ڪيو، جو ايندڙ پيڙهين ڪاڻ گهڻو معارڙو ٿيڻ پيو. جيڪڏهن شاعري ڪنهن هنڌ وجد جي بلنديءَ تي پهچي سگهي ٿي ته اها ڪٿي ٿي هئي. ٽوڙهن ۽ لور اکون دوهن ۾ هن پنهنجي آتما اوتي جن مان هڪ هڪ سندس زندگيءَ جي آزمودي جو سار آهي.

چوندس، جي مون ۾ آهه لڇي نيندي ڪائنات
ڪوڙو لڳان چوڻ جي لاءِ آهي الڳ مونکان!
هن اندرين ۽ ٻاهرين دنيا ڪئي اڀيد
آهيس ڀيد ڇهڻ اڇهڻ ٻنهي مٿان!
ظاهر لڪي لڪل، نه ڇتو ۽ نه اڻ ڇتو،
جن شان ڏسيان ته ڄاڻي لڀن لفظ سي ڪٿان؟

۽ وري:-

ڳاڻ ٿي پنهنجو ڳاڻ ڳسايو پس الک لڪايو!

ٻج ۾ جئن وڻ ۽ وڻ اندر جئن آهي ڇايا
تئن پرماتم ۾ آتم ۽ آتم ۾ مايا!
نڀ اندر جئن شُن سمائي شُن ۾ اڻ آڪار
تئن نِهه اکشر مان اکشر، اکشر مان کشر وستار!
برهم ۾ جيو جيو ۾ برهم نيارو ملي سدائين
ڳاڻ ٿي کشر اکشر نهه اکشر نج نرمل سائين!
من برهم جيو ۾ ۽ پرماتم آتم ۾ سمايو!
ڳاڻ ٿي پنهنجو ڳاڻ ڳسايو پس الک لڪايو!

ڪبير جي "رهسيه واد" کي جيڪڏهن هنن ٽن رخن کان جاچبو ته ان کي سمجهڻ ۾ آساني ٿيندي: سندس ايشور يا برهم جي ڪلپنا، جيو يا آتم جي ڪلپنا ۽ مايا يا دنيا جي ڪلپنا.

ڪبير برهم کي مول ڪارڻ يا سار سڏي ٿو. هو زمان، مڪان ۽ وصفن کان پري آهي، ڪنهن به قيدگهر جو اثر مٿس نٿو پوي، هو آزاد ۽ آجو آهي. هو پورڻ ۽ ڪارڻ کان پري آهي — نڪا ڪاٻي نه ساڄي، اڳيان نه پويان، هيٺ نه

مٿي، روپ نه ڪوئي" (ڪبير گرنٿاولي، ص ٢۴٢). ذاتهس ڏانهن اشارو ڪري سگهجي ٿو. گاندي جيءَ جي لفظن ۾ 'هو جامڙيءَ جي ٻوٽيءَ وانگر آهي.'

ڪبير جو ايشور نرگڻ آهي. عام طور تي گڻ ٽي ڄاڻايا ويندا آهن: ستو (چڱائي)، رجس (تيزي)، تمس (اونداهي) ليڪن برهم ٽنهي مان ڪو به نه آهي. هو نه ڪڏهن ڄميو هو، نه وڏي ٿي ڪڏهن مري ٿو. هو فقط آهي (نتيه ستيه).

پاڻيءَ مان ٿي برف ٿي - وري برف ٿي پاڻي
جو ڪجهه هيو سو ٿي ويو - هاڻ ڇا سگهان چئي!
(ڪبير گرنٿاولي ص ١٣)

نراڪار هئڻ ڪري ستدس ڪو به رنگ نه آهي ۽ حواسن سان پروڙي نٿو سگهجي. سڀ ورڻ شامل هوندا آهن انهي ڪري ستدس ڪو به ورڻ ٿي نٿو سگهي. 'خالق خلق، خلق ۾ خالق، سڀ گهٽ رهيا سماءِ' (ڪبير گرنٿاولي، ص ١٠۴)

ڪبير فقط فيلسوف نه آهي جو برهم جو ورنن يا وياکيا منطق مطابق ناممڪن سمجهي ماٺ ڪري رهي. شاعر هئڻ جي ڪري بعضي انهي نراڪار تي ڳالهائي ٿو ۽ بعضي برهم کي آتم ۾ تواهي ۽ نرگڻ جو احساس ڏياري ٿو. ڪبير جو برهم اسلامي وحدانيت ۽ هندو ديوي ديوتائن کان ٻاهرون آهي. هو الله به آهي ته رام به آهي ۽ ڪجهه وڌيڪ پڻ. ڪبير چوي ٿو:

مسجد مسلم، مندر هندو
هڪ جو خدا ۽ رام ٻئي جو

مسجد مندر جتي نه آهن
ڪنهنجي اُن هنڌ آهه خدائي؟
(گيان ساگر، ص ٦٣)

اهو پرماتما آنند آهي. سڀئي سنساري سک ان آنند اڳيان تڇ آهن. نام جي نشي بابت ڪبير چوي ٿو ته اهو نه ڪڏهن لهي ٿو نه ڪڏهن گهٽجي ٿو. چوي ٿو ته هي رامرس دراب ۾ ملهه مهانگو آهي، هر ڪوئي پي نٿو سگهي. شنڪر ۽ پاروتيءَ اهو پيتو ۽ امر ٿي ويا.

اهو پرماتما گيان آهي. شڌ ۽ نتو گيان. هو ستيه آهي جنهنجو انيو ڪڏهن پُرندو. اننت ۽ اکنڊ. ٻڙ جي ٻج وانگر باريڪ ۽ آڪاس وانگر وسيع آهي. ان روپ ۾ ايشور پرڪاش ئي پرڪاش آهي. سورميءَ جي اعليٰ اجلي ۽ اها منزل جتي نه سج آهي، نه چنڊ، نه تارا چمڪن ٿا، نه بجلي، جنهن ڪٿا اپنشد ۾ بيان ٿيل آهي، ڪبير جو اشٽ ديو آهي. هو ڪڏهن ڪڏهن ان برهم کي سڏي ٿو ڪمل جيڪو پوريءَ طرح ٽڙيل آهي ۽ اسانجي ديهه روپي تلاءُ ۾ نت مسڪرائي رهيو آهي.

پرماتما شبد آهي. يوگ ــ سڌُن پرماتما کي پرڻو يا اوم ڪري ورنن ڪيو آهي. برهم سڌُو پڻ شبد کي برهم سڏين ٿا. ناد بندو ۾ 'شبد' ئي سڀڪجهه آهي؛ اهوئي ٽالو، اهوئي ڪنجي آهي؛ شبد ئي شبد کي جاڳائي ٿو ۽ شبد شبد ۾ ئي وڃي جيو ڪري ٿو. ڪبير جو هڪ سندر پد آهي جنهن ۾ اناهد ناد جو بيان ڪيل آهي. 'هي اننت ناد سدائين گونجي رهيو آهي.' هڪ ٻئي پد ۾ چوي ٿو:

ڪريو شبد سنڀاليا ساڌو!
پرگهٽ ٿيو جنهن شبد منجهان سڀ
پڪڙي سڀني شبد رکو!
شبد گرو شش پڻ شبد آهي
شبد کي سمجهي ورلو ڪو
اهو اتم شش اهو اُپم گرو
اندر شبد پروڙي جو!
ويد پراڻ ۽ شبد چون ٿا
مڪتي سيتي شبد وڏو
شبد چون ٿر سنت مُدي سڀ
شبد جو ڀيد نه ڪنهن پاتو!
شبد ٻُڌي سڀ ڀيک مٽائن
شبد چون ٿا انڀوائي
شبد چون ٿا ڇهه ئي درشن
شبد چون ٿا ويراڳي!
مايا ڪاڻا ڇوڙ شبد جي
سارو شبد پيارو آهي
چوي ڪبير ته شبد جهڙي ٿئي
ڀيد الان جو نيارو آهه!

(دويدي، ڪبير، پد ۵۷، ص ۲۶۱)

ڪبير ناٿ پنٿين، ٻوڌين ۽ شولين وارن وٽان مليل ڪيترائي اصطلاح ڪتب آندا آهن. جن ۾ برهم کي شونيه سا تالهه ڪري ورڻن ڪيو آهي. ليڪن سندس شونيه شڌ ٻوڌي شونيه کان قريب آهي. شنڪر جي برهم جي گهڻو ويجهو آهي جو وائيءَ کان پري آهي. ڪبير پنهنجي انهيءَ کي

پڌرو ڪو به فرق نه ٿو ٿئي. جنهن انهي رام ۽ گووند ڪري پڪاريو، نامديو ويٺل ڪري ۽ ٻين ٻين جدا جدا نالن سان. ڪبير ٻنهي جي هڪ ئي ٻه اکرا ٻالا ٻڌائي نيت ان لفظن لي ٻڌي ٿو ته 'ڪيئن ٻه نالي سان سڏيون ٿا پر ٻئي ٿورن ساڳيون آهن'.

ڪبير جي آتما بابت ڪلپنا ٻه ڪا گهڻي حيران ڪندڙ ناهي ۽ ظاهر ظهور اپنشدن سان ٻرابر آهي. اها آهي جيو، پراڻ، ٻاڻ، آهر، پرش ۽ ناريءَ کان نياري هستي، آتما هن وشال برهمانڊ جو سوڪشم روپ. اها آهي من، اندريون، سانکيه جو ٽن قسمن جو پرش — ٻرڪهت، ڪيت ۽ گياني. ڪبير واسطي آتم گيان ئي اهم ساڌنا آهي انساني زندگيءَ جو سار ۽ آخرين مقصد. ڪٿڙا نمونا نموني جا آهن ٻه آهن سيپٽي ساڳيءَ مٽيءَ مان ٺهيل. ڪاٻون ٻلي جدا جدا ولڪن جون هجن پر سڀني کير جو رنگ هڪڙو ئي آهي. گهر جي ڏيئيءَ ۾ رکيل ڏيئو آهي جيڪو اندر خواهه ٻاهر ٻنهي طرف روشني ڏيندو رهندو آهي. اها آمر، اجنما، اوناشي آهي جنهن گيتا جي مشهور سلوڪ ۾ ڏيکاريل آهي نه شڪاري ان کي سمجهي نه هو ماري ٿو پر حقيقت ۾ نه ڪو ماري ٿو ۽ نه ڪو مري ٿو.

سوين ٻيتوا اپنشد ۾ 'آتما نه پرش آهي، نه استري آهي، اڪي نپوسڪ آهي'، جيڪا ديهه ڌارڻ ڪري ٿي ان موجب روپ وٺي ٿو'. ڪبير ان لاءِ چوي ٿو:

نه هي آدمي ۽ نه هي ديوتا ڪو،
نه هي ڪو جتي جيڪو سڏرا ڪرائي،
نه هي آهه جوڳي، نه اوڌوس ڪوئي،
نه هي ماءُ ٻيا پُٽر ڪنهن جو سڏائي؛

نه ھي ڪو گرھستي، نه ھي ڪو اداسي،
نه ھي آھه راجا، نه ڪا ٻين ڪري ٿو،
نه ھي ڪوني ھندو، نه ھي شيخ ڪوني،
نه ڪي ھي ڄمي ٿو، نه ڪي ھي مري ٿو!

آتما اروپ، اپار، سڀالن آهي. 'ساگر ۾ ٻوند سمان آهي ۽ ڪير الڳ ڪري ڪين سگهندو، ٻوند ۾ ساگر سمايل آهي.' آتما ٻيائيءَ کان آزاد، شعله روشن، انادي، ٻوڌ شڌ آهي ۽ مقرر وقت تي جسماني پڃري مان نڪري وڃي ٿي. ڪبير پڇي ٿو، ڪوڙڪي ڏنڌي مان نڪهون ڪم آئي ٿو. 'سواو هڪ چولي وانگر آهي جو استعمال ڪرڻ سان پراڻو ٿيندو. تنهنڪري ان ۾ موهه ڇاڪاڻ؟'

آتما پرماتما جي عڪس معنيٰ آهي. ڪبير انهيءَ ڳالهه ان روپن جو جدا جدا استعارن ۾ بيان ڪيو آهي. آتما هڪ وڻ آهي، آتما آهي سورج، نورو، روشني ۽ اهو ڪجهه جيڪو سندس ذريعي ڏسجي ٿو. هو آهي هڪ پکي، پکيڙو ۽ دور دور ڦهليل آڪاس، هو آهي هڪ ڏيئو، وٽ، تيل ۽ ٻيو پرڪاش جو جنهن پاسي اونداهي کي هٽائي ٿو. جيئن ڪنول جو گل ڪومل پاڻي، سا ماڪ کان سا آسپاس جي گپ چڪ کان نرليپ آهي، تيئن آتما ديهه ۾ هوندي به ان ۾ نه آهي. آتما، هوا، باهه، پاڻي، شبد ۽ من سڀ گڏ آهي. نتيجو ايئن چوي ٿو: 'آتما آتما توڙي پرماتما آهي، آتما آد توڙي انت آهي'. ڪبير ۾ اهو پڙاڏو ٻڌڻ ۾ اچي ٿو — 'آنند مول سدا پرشوتم' (ڪبير گرنٿاولي، ص ١٨٧).

آتما جي ان اوستائن لاءِ، جنهنجو ويدانتي ذڪر ڪري ٿو يعني هڪ جنهن ۾ هوءَ سنسار ۽ جيوت جي بندش ۾،

بدل آهي ۽ اِي جنهن ۾ هڪڙو مڪمل آهي، ڪبير اشارو ڏني ٿو ته ماڻهن کي پنهنجي ۾ هڪ ڊوهي ۾ چوي ٿو:

سوت سمائي نرت ۾، نرت رهي نرڌار
سرت نرت واقف ٿيون، ٿي باڻهي کليا دوار!

هتي سُرت جو مطلب آهي بدلن ۾ بدل آلما ۽ نرت آهي مڪمل آلما: ڪبير پرالغيہ ۾ پيلي آلما، گمراهہ آلما ۽ مڪمل ٿيڻ لاءِ ڪوشش ڪندڙ آلما جي ڪارڻن لئي ٻڌيل ڪري ٿو. آخرڪار سڀئي لڳ لاڳاپن کان ڇڄي ۽ اوچ اوستا کي پهچڻ لاءِ آلما کي آهڪار ڇڏڻ لئي واو وروڌ کي لڙي تيان جي تلاش ڪرڻي پوندي.

دنيوي پدارٿن يا مايا طرف ڪبير جو فلسفانو رخ به ڪهڙي قدر ڏاڍو آهي، اپنشدن ۾ مايا کي برهم جي شڪتي ڪوٺيو ويو آهي. هڙو ڀرڪرلي آهي ۽ پڻ موّل آوديا. گيتا مايا کي اگيان، انسان جي ڪل سڌي لئي، شڪر اڳتي پوم سڌي ٿو ۽ ڪجهه اهڙو ئي جنهنکي هن وقت جا ماڻها وگياني 'مانسڪ رچنا' ( mental structure ) ڪري ڪوٺين ٿا. ڪبير هن وچتر ليلا جي شڪتي ورنن ڪرڻ ڪاڻ ڏهليشي استعارا ڪتب آڻي ٿو. چوي ٿو هيءَ ول اهڙي عجب آهي جو

ڪاٽڻ سان وڌندي وڃي - وڃ ڏني ڪومالي،
گلونتي ول جو ڪوني - ڪٿي ڪئي جئي بڌائي ؟
(ڪبير گرنٿاولي، ص ٨٦)

هيءَ هڪ ترڪيبي آهي جا پاڻ جهڙن ڪمترن تي اچي
کي جنم ڏني ٿي. ڪٿا پنگر ۽ سدا بدلجندڙ آهي. هڪ وڏي
مانڊاڻي آهي، دک جو باعث آهي، ڪوهيڙي جي ڌوڙ
وانگر باريڪ آهي، ڪيهه ۾ پاڻ وانگر لڪل نه ٿو ٿئي ته ظاهر
آهي. چنچل ڏکيل ولشا جهڙي آهي آتما کي پنهنجو بازار هوڪائڻ
واري. لشاوس جي جڙ آهي انڪري ساري رچنا جي پڻ.

جنهن هيءَ مورت جوڙي آهي
سو ئي سچو بازيگر آهي
حيف انهنکي جيڪي مورت
کي بس مورت ئي سمجهن ٿا!

ڪبير جي فلسفي جي وهنواري روپ ۾ ڪا سان سندس
لياڳ ۽ آتمه ۾ موڪش جو تصور پختو جڙيل آهي. دک
سنتاپ جي چڪر مان ڪڍڻ پڄندي ان ٿالهه جو هر هندوستاني
سادو سنت کي خاص اولو پٿي رهيو آهي. ڪبير پڻ اُمتر
پد جي تلاش کي ڏاڍي اهميت ڏني آهي. جنم مرڻ جي
ڦيري کان ڇٽڻ ۽ جوت ۾ جوت سمائڻ کي هو انهي سان
مها ملن ڪري سڏي ٿو. سندس مڪتيءَ جو تصور ڏاڍو اٿو
بوگ دوش سا پد ذوم جهڙو آهي. ناٿ ارجن ٻوڌي
فيلسوف نرواڻ کي آخران معنيٰ ٻري حقيقت (نرمارٿ ستيه)
ڪري ٻڌايو آهي. ڪبير انکي نرڀيه پد ڪري سڏي ٿو.
يڪمه هڪواري سهني جي سهائتا ۽ سيوا ۾ لڳي وڃو ۽
سر درشي بڻو نه ٿيو. ڪيس ڪنهڪان به ڌڪڻ جو ضرورت
ڪونهي. دپ رکڻو آهي نه فقط الدروني وڪارن جو:

هيڪر پاڻ پڇاڻيو جي ڪنهن
پاڻ ۾ پاڻ سمايو سوني

هڪ سماجڪ ۽ ڌارمڪ سڌارڪ طور ڪبير جديد سڌارڪن جو ڏيان لهڻو چاڪاڻ ته بنهي وانگر هن جاتي پاتي جي ناتي ۾ نيندڙ ظلم ۽ بي انصافيءَ کي ننديو. ڪبير هندن ۽ مسلمانن جي مت ڌرميءَ جا خوب ڇوڙا لاٿا آهن ۽ هڪ وگيانڪ سوجهه ٻوجهه رکندڙ شخص وانگر کين پنهنجي ڪٿ ۽ پاکنڊ کي سچو ثابت ڪرڻ لاءِ للڪاريو آهي.

هڪ عقيدت نگار هٿرا ڪري ڪبير انهن ڳالهين ۾ لڇ محسوس ٿي ٿي:

بڪ ۾ بڪبڪ لبڻ تيندي ڪا
بس وٺ هيءَ پنهنجي مالها...
پاڙ ۾ آن جا ڏي دالا
بهت پري ڪان ٿي ويلا،
ڪٿ سمجهڻ جي لاءِ گهران
هاب نڪر سيرالڊيءَ ڪان،
چاڃي لاءِ وڏاءِ ڪرڻان
ڪيون نهندو ناءِ جيمان!

(راڳ سورٺ، سنت ڪبير)

مال ميڙڻ ۽ ملڪيت جو ذخيرو ڪرڻ کي هن ننديو ٿي ۽ هوس جي عيش عشرت ۽ لهي بازيءَ جي خلاف هئو. سادگي ۽ قناعت جي سکيا ڏيندو هئو ۽ سنديس ويساهه هئو ته هرڪنهن کي جيڪا ڪي نه ڏکڻ جو پورهيو ڪري ۽ پنهنجي زندگي ۾ لکو رهي. هن بادشاهه جي طمع ۽ راڄ جون حدون وڌائڻ جي هٻڇ کي به نه بخشيو. سوال ٿو پڇي:

• لشڪر ميڙي ڪوٽ لئي ڪاهڻ، شاهي شغل لهو
شاهه مٿو، ان بازيءَ جو پوءِ ساڳي جا رهندو؟

لشڪر سان حملو ڪن ٿا. ڇا ڊاڪوئن ۽ ڪڏهن دشمن تي
هٿياربند حملو ڪيو؟ ڪڏهن ۽ ڪڏهن بارود ڪنهن ڪيو؟
اوزار ۽ ڪڏهن ڪا بندوق هلائي؟ عجيب ٺوهي آهن
جنهن سونا سنگهاسن پيا چمڪن، جن وٽ گهوڙن ۽ هاٿين
جون قطارون آهن، جنهن لڪائيندڙ جهڙو لاڀ آهي!” ان
مان لڳي ٿو ته اهو ناٽڪ سازن جي ڪمپ ميلي ۽ جلوس
جهڙو ڪجهه هو. انهن ٽي هو جو ڪبير ان سموري
عجيب ۽ غريب رسمائي نمائش جي وچ ۾ پنهنجي پيار جي
سول ڌرم جي رهي ڏيکارڻو ۽ انجو سبق سيکارڻو'.

هند يوڳ جي پرميرا بابت ڳالهائيندي ڊاڪٽر هزاري پرساد
ڊويدي هڪ سهج واري پنڌ سرهباد (الهن صدي) مان هڪ
ان جهڙو ئي نهايت دلچسپ حوالو ڏنو آهي: 'برهمڻ برهما جي
مُک مان پيدا ٿيا: اهو ته جڏهن ليو لڏهن ٿيو. اڄڪلهه
اهي ۽ ٻين وانگر ئي جنم ٿا. پوءِ پيا برهمڻپڻو ڇا ۾ آهي؟
جيڪڏهن چئو ٿا ته اهو سنسڪارن جي ڪري آهي ته پوءِ
هڪ نيچ ذات چنڊال به ته اهي سنسڪار وٺي سگهن ٿا.
جيڪڏهن چئو ٿا ته برهمڻ الڪري اتم آهن جو هٿن ۾
ڏڀ ۽ پاڻي کڻي هون ڪن ٿا — جيڪڏهن مڪتي اگهيءَ
۾ گيهه وجهڻ سان اهڙي آسانيءَ سان ملي سگهي ٿي ته ڇو
ڪين سڀ ڪي انهن ڪرڻ جي ڇوٽ ڏني وڃي؟ ٻيو
جي ٻاهمڻ سان مڪتي ملي ها ته پر هڪ ڳالهه جي ته پڪ
آهي ته انهن مان اندر ڌوئڻ اکين کي اندر ته ڪري
ڇڏي ٿو. اهڙي سڌي سنواڻي، بنا رک رکاءَ جي لکت، ڇيڙي
جا آواڻي پنڌ ۾ ملي ٿي ڪبير اُنکي اڳتي کڻي آيو:

مالها ڪاٺ ۽ مورت پٿر - گنگا جمنا پاڻي
رام ڪرشڻ نه زنده هاڻي - چارئي ويد ڪهاڻي!

پٿر پوڄڻ سان ملي - پرڀو پوڄيان آئون
ان کان بهتر جنڊ ٿيو - جنهن جو پيسيل کائون!

مڪتي ڏئي اشنان - ڏيڏر هر هر ڪري
ڏيڏر جيئن انسان - هر هر جنمن ۾ اچي!

ڀڳتن ڪي مورت گهڙي - اها ڏيئي ڇالاءِ الي
مورت ۾ شڪتي هجي - کائي سنگتراش کي!

ڪسوٽي ۾ ڪهڙو ذات ڪهاڻو
برهم پد مان سڀ وڃا ڄاڻو،
جي برهمڻ ٿي برهمڻيءَ جائين
ڪنهن ٻيءَ راهه ڇو نه تون آئين؟
تون ڪٿي برهمڻ مان ڪٿي شودر
مان رت ۽ تون کير پولر؟
برهم وچار ڪري جو ڪوئي
چون اسان وٽ برهمڻ سوئي!

جل ۾ سوتڪ، ٿل ۾ سوتڪ، سوتڪ هر شيءِ ۾،
جمندي سوتڪ مئي ۾ سوتڪ، سوتڪ پرليءَ ۾!
اک ۾ سوتڪ واس ۾ سوتڪ، ٻڌ سوتڪ ڪن ۾
اٿندي سوتڪ ويهندي سوتڪ، سوتڪ پوڄن ۾!
ڦند ۾ ڦاسڻ جو رستو اس هرڪو ٿو ڄاڻي
ليڪن ان کان ڀاڳ ڇڏائڻ ورلو ڪو ڄاڻي!
(جي ايچ وسٽڪاٽ، ڪبير اينڊ دي ڪبير پنٿ،
ص ٣٧ کان ٤٠)

جاڙا ٻالڪ آهن. ٻئي پاسي اڄ به هنديءَ ۾ روايت پرست نقاد ڪي گهٽ تعداد ۾ نه آهن جيڪي ڪبير کي شاعر ڪري نٿا ليکين پر کيس انهن سادو سنتن ۾ شمار ڪن ٿا جن ڪجهه قسم جي اونڌي سنئين لکڻ ڏي پڻ ڪئي آهي. اهڙا نقاد شايد شعر جي گهڙت جڙت ۽ عبارت جي عمدگيءَ کي ضرورت کان زياده اهميت ڏين ٿا. پر جيڪڏهن انفراديت وڏن شاعرن جي وصفن مان هڪ آهي ته ڪبير به لاشڪ انهن مان هڪڙو آهي.

هو اهڙا نقش ۽ اهڙيون علامتون استعمال ڪري ٿو جي ڪڏهن ڪڏهن مبهم آهن، جيتوڻيڪ اهي اڄ جي ڪن جديد شاعرن جي خانگي تخيل کان وڌيڪ مبهم ناهن. بليڪ ۽ رلڪي وانگر سندس ڪيترائي شعر آهن جي ٻڌڻ لڳن ته ڏاڍو سليس ٿا پر ڳُوڙهن روحاني رازن سان ڀريل آهن. سچ ته اهو آهي ته ڪبير فقط شاعر نه پر ان کان گهڻو ئي ڪجهه وڌيڪ هئو. هو هڪ ئي وقت عميق ۽ وسيع هئو. هن واسطي ايشوري گيان ۽ شاعري هڪ ٻئي کان الڳ ڪري سگهڻ جهڙيون من جون به حالتون نه هيون. جيئن ميسٽر ايڪهرٽ نالي هڪ عارف صحيح ڏسيو آهي: 'ماڻهوءَ لاءِ ضروري آهي ته ٻاڻ هڪ لهي، ٻاڻ ۾ خواه هڪ ۾ وحدت کي ڳولي، يعني ايشور فقط ايشور کي ئي ڏسڻ گهرجيس، ۽ پوءِ کيس "واپس" اچڻ کپي، مطلب ته هن کي ايشور جو جاءِ لهڻ کپي ۽ ان جاءِ جو جائزو پڻ.' ڪبير جي چيو ۾ به ساڳيو سوداءُ ٿي ڏٺو ۽ اهڙي سوال ٿو اٿي:

ڪبيرا! ڪماڻين سون جاڳون؟
لهنجون ٻالپڻ ۾ ٻاڙون!

(٣) ڪئي ٽڪري ٻوليءَ جا نمونا، (٤) موضوع مطابق ٻولي، (٥) مقامي ٻولين مان ورتل ڪيترائي لفظ، (٦) سليس ۽ سڌو اظهار، (٧) علامتون ۽ پنهنجي ڏنڌي جا ڪنايا (٨) ڪٿهن به هڪ مقرر نموني يا اسلوب کي جهٽي نه ٿو.

آچاريه رامچندر شڪل پنهنجي ڪتاب ’هندي ساهتيه ڪا اتهاس‘ ۾ لکي ٿو ته هنديءَ جي سنت ڪوين ڪٿي ٻولي ڪم آندي جا ڪين سڌن وٽان وصيت ۾ ملي. ليڪن ڊاڪٽر ترگنيت سنائڪ متفق راءِ ناهي ۽ انهيءَ خيال آهي ته ڪبير پاڻ کي صرف پوربي (اوڀر ٻوليءَ جي بنارس واري) زبان تائين محدود نه رکيو پر ڪيترين مقامي زبانن جو به استعمال ڪيو جنهن جدا جدا هنڌن تان آيل سنتن مهاتمائن سان ويچارن جي ڏي وٺ وڌيڪ ڪري سگهي. هندو پنڊتن باهمه ڳالهائيندي ڪبير فارسي آميز هندي ڪم آڻي ٿو. سندس ٻوليءَ ۾ بنگالي فعل جون صورتون جهڙوڪ ’اڇهلو‘ نظر اينديون. راجستاني ۽ لهندا جا لفظ پڻ ملندا. سندس ٻوليءَ جي هڪ خصوصيت آهي ته اها آهي ته آسان ٿيڻ ۾ به معنيٰ ڪري سمجهڻ مشڪل آهي. ان سان گڏ وڏي ڏکيائي جنهن سان وڏوانن کي منهن ڏيڻو پوي ٿو سا آهي واڻيءَ جون جدا جدا پڙهڻيون جي شايد ڪاتبن وٽان ملڻ ڪري آهن. ڪيترا لفظ ايتري قدر ته بدلجي ۽ بگڙجي پڻ ويا آهن جو انهن جي ٺيڪ پڙهڻ ۽ سندن اصلي صحيح صورت ڳولي لهڻ دشوار ٿي پيو آهي. ’الٽ بانسيان‘ ۾ ڪبير جي ٻوليءَ کي معنيٰ جي اڻڄاڻائي ۽ ابهام سبب سنڌ ڀاشا (وڏو شيڪر پناچاريه مطابق) يا سنڌيا ڀاشا يعني گڏجڻ واري جاءِ يا ساڳيءَ جي ٻولي ڪري پڻ سڏيو ويندو آهي. ڊاڪٽر داس گپتا پنهنجي ڪتاب ’آبسڪيور

ولگهس ڪلٽس' ۾ بحث ڪندي اهڙن ڳجهه ڳجهاندر معاورن لاءِ جدا جدا سبب ڄاڻايا آهن. يا ته ڄاڻي ٻجهي اُڪلي ڪي منجهائڻ واسطي اهي ڪم ورتو هئو، يا ته ايهولش ۽ سنڌيءَ جي ملوڻي جي ڪري هئو، يا ته بنگال ۽ بهار جي سرحد تي اهڙي ٻولي هئي. سنسڪرت ۾ سنڌي لفظ لمعيلي زبان لاءِ به ڪم ايندو آهي ۽ لي سگهي ٿو ته ڪبير جهڙن شاعرن انکي شعوري طور استعمال ڪيو هجي جئن ٽالترڪ ٻڌهجن. ڪيتري متن يا عام سماج ۾ غير مناسب سمجهيل ڪيت ساڌنائن جي لڪائڻ لاءِ ڪندا هئا. ڪيترا به ڪارڻ هجن پر ڪبير جا اهڙا ڪيترا شبد ملندا جي ظاهرا هر منطقي معنيٰ جي ابتڙ لڳندا. ممڪن آهي ته ڪبير رزلهي ڪالر لهاڻت پيچيده سنسڪرت جي اُرت ولبدڙ پدلتن جي منجهائڻ واسطي انين ڪم هجي. اهڙي قسم جي سنڌ ڀاشا جا ڪجهه مثال هيٺ 'تضاد' جي سري سان ڏنا ويا آهن.

تضاد

ڪبير جا اهي پد الٽ بالسيان يا الٽ باليان (اولٽا بالس يا اولٽيون ڳالهيون) ڪري ڪوٺيا آهن. هڪ مثال ڪبير گرنٿاولي (ص ۱۴) ۾ آهي.

اهڙو اُچرج ڪرو ه بڌايو
منهن مان اڪر ته هڪ لڪعو
چوهو هالي ساڻ لڙي، ڪتهن
ورلي ايڪن ڏلو هوندو!
چوهو ٻسنو ٻو ۾، ٿالنگي
هراس منجهه ٻهي رهي
الٽو چوهي ٿالنگي ڪاڏي
مولڪي مساڻ ولي رهي!

ڪٿي ڪـلتي ميدان ۾ آئي
ڄمل اڪـاڙي مـاڪـوڙي
مرغو مـاڻهو، ساڻ لـڙيو، ۽
مڇلي پـاڻي، ڏي ڊوڙي!
ڏاڍي گـانءِ پـٺي وهڙي کي
وهڙو پـي ڏنـي کيـر پـٺو
هرڻ شينهن کي ماريو، اهڙو
عجب ٿيو اتفاق ٿيو!
لڪو شڪاري جهنگل اندر
چوڙيا تنهن تي تنهن سَهي
چوي ڪبير ڪرڻ ڪچ سولي
جيڪو هن جو پد لـهي!

ڊاڪٽر هزاري پرساد دويدي انهن ڪوتائن لي 'يوڳ- جون لمثيلون ۽ الٽ بانسيان' باب ۾ واد ورواد ڪيو آهي ۽ هيٺ ڏنل ڪبير ڪرتاولي، جي هڪ بني پد جو مثال ڏيندي ان ۾ ڪم آيل نيونهن اصطلاحن جو ٽن الڳ الڳ ڦوڙن (وعولاڻ جي، وچارداس جي ۽ روابالي) جو اڪشو ڏنو آهي؛

(سنتو جاڳت نيند نه ڪيجئي)

سنت جاڳندي ننڊ نه ڪن!
ڪال نه کائي، ڪلپ نه وياپي
پيري جهوري ڪين بدن!
الٽي گنگا سمنڊ سُڪائي،
اونده سج کي گرڪائي،

ظاهر آهي ته ٻوليون ڏسڻ ۾ پڙهڻ سان اهي ڪوٺائون چرياڻيءَ جون ڳالهيون لڳنديون پر ليڪن انهن سڀني لفظن کي ڪنهن قسم جي علامتي معنيٰ آهي: من کي عام طور مڇلي، ڪوڙي، شڪاري، هاٿي، ٿلهن سان ڀيٽ ڏني ويندي آهي؛ آتما کي هنس، وڇڙو، شڪار، شينهن، چوهو، مايا جي مک، لوڏي ڪري سڏيو ويندو آهي، مايا آهي ونٺا، ناري، بکري، ڳانءِ ۽ ٻلي؛ سنسار آهي جهنگل يا سمنڊ وانگر؛ ۽ حواس آهن پنج ڪتيائون ۽ ساهيڙيون وغيره وغيره. اهڙن گيتن ۾ ڪن اکرن ڏانهن پڻ اشارو ڪيل آهي: پنج آهن عنصرن يا حواسن لاءِ ٽي گڻن يا ٽن زمانن يا ٽن لوڪن واسطي؛ اٺ هٺ يوگ پتانڊر جسم جي اٺن چڪرن ڪاڻ. جيئن هن دوهي ۾ —

چوڏهن چند هجن، منجهن – چوهٺ ڏيا ٻرن
تنهن گهر گهور سوجهرو – جنهن نه جتي هجن!

چوهٺ ڪلائن واسطي ۽ چوڏهن ودياڻن واسطي آهي.

اهڙن تضادن جي جهولي روايت آهي جا اپنشدن جي وقت کان هلندي اچي. اولٽو وڃ ۽ ٻه ٻکي ته مشهور آهن. لتتري اپنشد ۾ هڪ هنڌ چيل آهي؛ آڪاس ڌرتيءَ ۾ آرامي آهي ۽ ڌرتي آڪاس ۾ آرامي آهي. وچرياڻي ٻوڏين انکي اُبتي وڏائي. شايد ڪبير کي اها روايت انهن وٽان ملي.

## چنڊ

ڪبير وٽ ڏاڍا ڪي چنڊن جي ڳالهه آهي ته لي وري انهنگي ڪم آٿڙڻ جو مسالتو ڏانهه. عام چنڊ ڪم آٿلي لئو جهڙوڪ ڏوها يا ساکي، شبد ۽ رميني جي چوپائون يا چوپائي.

دوها آهن. اڪثر اهي ان مصرعن وارا ٻه معنيٰ بيت آهن يا وڏيرا پد ڇُرن لئي جوڙيا، گهڻا لوڪ گيتن جا ٽُڪر ڪٽيل آهن. ممڪن آهي ته انهن ۾ جو وزن وڏ ڪري دعوائتي ٿو سو سمجهه ۾ ڳالهه ڪري هجي. ڪم آندل ڇندن ۾ عروض جي قانونن جي پابندي سختيءَ سان ڪيل ناهي. الهڪي پنهنجائي قاعدا آهن، ۽ ڪبير اندروني قافين جي پنهنجي طريقي لئي لي عمل ڪري ٿو.

ايم اي غني پنهنجي ڪتاب 'هسٽري آف دي پرشين لئنگويج اينڊ دي مغل ڪورٽ' ۾ لکيو آهي ته 'ڪمن هيءُ عشق مستاني ڪمن ڪو هوشياري ڪيا' سان شروع ٿيندڙ جهن بيتن ڪبير اردو ۾ لکيل پهريون پهريون غزل ليکڻ گهرجي. پر ان بيان جي تصديق لئي ڪاڏ آهي. ان کان اڳاتا غزل دکني اردو ۾ آهن ۽ هڪ غزل چندر نالي برهمڻ جو آهي جنهن ذڪر رام بابو سڪسيني جي 'اي هسٽري آف اردو لٽريچر' ۾ ٿيل آهي. اگرچ ڪبير اردو يا فارسي بحر وزن اختيار ڪين ڪيا، پر لڳي ٿو ته ان صوفي شاعرن جو ڪلام پڙهيو هئو ۽ ڪبير ۾ ڪمترائي اهڙا عشق ۽ الاهي منتيءَ بابت اشارا آهن.

ڪبير ڪوئي شعوري سگهڙ شاعر ڪونه هئو. جيڪا به بولي ونس هڪي لکي هئي، ان ۾ هن پنهنجي آنند ۽ ويدنا جو اظهار ڪرڻ گهريو ٿي. ته ڪٿهن گهڙيل تراشيل محاوري لاءِ تهاريائين ٿي ته ٿي علمي پارکن جي واهه واهه جي ڪا ڪاڻ هئس. اڪثري سندس لکڻيءَ ۾ هڪ ٿسر جي کهرائي ۽ ڪڙڇ آهي جا ٻاهر اڪي هڪ ترالي سولهن پنهنجي لي. سندس شعر جو لموار نهايت سليس مگر دل ۾ پيهي ويندڙ آهي. اڪثر سندس دوهن ۽ پدن جي ڀڃاڙيءَ ۾

شاعر جو نالو جوڙيل آهي. ان ڏينهن اهو هڪ طرح ليکڪ جي عظمت واسطي جو نمونو هيو ۽ هاڪاري جو ڪمترائي مثال ڪندڙ ۽ شعر جا ڇور هوندا هئا. اصل ليکڪ جي مثال ضروري هئي انگريزي وچولي دور جي سنت ڪوين جي والي ۾ "منرا ڪي پرباو گرڌر ناگر"، "رام ڀڪتي ڪاسيداس". "سورداس ڪالي ڪامو ۾ ڇڙهيس نه دوجو رنگ" جهڙا ون مصرعون ملنديون.

ڪبير جي دوهن جو خاص ذڪر ضروري آهي جو نه پوين هندي شاعرن وچولي دور جي آرڊ سهپ شعرن جي طرز تي ڪمترائون ئي سنت سڄ دوهن جون سنت سمرڻ لاهيون آهن جيتوڻيڪ ڪبير سنت سڄ جي جادوئي انگ جي ڪا پرواه نه ڪئي.

## پيون شاعرائيون خوبيون

مرالي شاعر نامدار، پنجابي شاعر نانڪ، تيلوگو شاعر ويمنا، ڪنڙ شاعر باسوبشور ۽ گجراتي شاعر اکو ڪبير سان هڪ ڪمياب اتاقيت ۽ انسانيت ۾ پاڳلي پالي آهن جنهن ذات پات ۽ ڌرم جي سڀني رسمن کي ٽوڙي ڇڏيو. ان زماني ۾ جڏهن ڪ مذهب جو پرستي ماڻهن جي ذهن تي سوار هئو انهن ڪرڻ لهائين مشڪل هئو. هندي آلوچنا ۾ ڪبير جي ڪٿ پهرئين باغي شاعر ۽ سڀني کان پهرئين جدت پسند جي حيثيت ۾ وري ڪئي پيئي وڃي (ڏسو پوربي نانمس جي ڪبير اسپيشل نمبر، جون ١٩٦٦ ۾ ڇپيل، سمپورتانند، امرت لال ناگر، علي سردار جعفري، فراق گورکپوري، پرڪاش چندر گپت، اي چيلشو ۽ ٻين جا ليک). هڪ نوجوان نقاد پوري سنجيدگيءَ سان ڪبير کي هنديءَ جي

مٽي چوي ڪنڀر کي ـ ڇا تون مونکي لتاڙين؟
اهڙو به ڏينهن ايندو، توکي لتي ڇڏيندس!

ان ساڳئي خيال تي هڪ رباعي عمر خيام جي ڪوزه نامه ۾ ملي ٿي.

گانڌي جيءَ ڪبير جو هيٺيون ڀڄن پنهنجي روزاني پرارٿنا جي ڪتاب ۾ شامل ڪيو هئو - (جهيني جهيني بيني چدريا).

ڪهڙي تاڃي، ڪهڙو پيٽو
ڪهڙي پند مان چادر هيءَ؟
انگلا پنگلا تاڃي پيٽو
سکمن تند مان چادر هيءَ!
اشٽ ڪنول دل چرخو جوري
پنج تتن واري نگٽي،
سائينءَ ٺاهي ڏهه مهنا، هيءَ
چادر اسوڪي لڪي اٿي!
سا چادر سر نر مني ٻالي
ٻالي ڪئي ميري ۽ ڪئي،
داس ڪبير جتن سان ٻالي
جئن جا تئن موٽائي ڏني!

اڻڻ ڪبير جو پيشو هئو. گانڌي جيءَ پڻ ڪتڻ ۽ اڻڻ تي گهڻو زور ڏنو. الڳ الڳ تاريخي دورن ۾ ۽ مختلف حالتن ۾ ڪم ڪندي به ڀارت جي هنن ٻن عظيم شخصن ۾ گهڻين ئي ڳالهين ۾ سمانتا آهي.

ڪبير جي ڪوتا جي هڪ ٻي برڙي خوبي آهي جو اها ڪڏهن به پراڻي نه لڳندي. ڪبير آڌيءَ جي نياڏي

خواهشن ۽ من جي شانتيءَ لاءِ آزاديءَ جي تلاش، اڻ ٿهڪيل سماج ۾ ڪم ڪندڙ شخص، جو اڌ ڪو جهڙن مسئلن کي پنهنجو موضوع بڻائڻ جي ڪوشش ڪئي. جتي مذهب بدلجي عقيدن جا جلد بدل ڪتاب ٿي پون ٿا، جتي فلسفا بدلجي خالي لفظي بازيگري ۽ پاڻالي مهاجار ٿي پون ٿا، جتي ضمير گولڪو ۽ رهنما لنگڙو آهي. اتي ڪبير جي ڪوتا مان وڌو انساه ۽ ساهس حاصل ٿئي ٿو. بعضي بعضي ڪبير اُنهن ٿالي ۾ معتبر ودوانن جي ڪوٽ ۽ پاکنڊ جو پردو چيري ڦاڙي ڏيکارڻ سان ننڍڪو ذهني جهٽڪو لڳو، پر پوءِ به منجهس نا اميديءَ جو نشان ڪونهي. ڪبير جي شاعراڻي دنيا ڪا ٽڪن جي ماڻري نه آهي، نه ئي فقط ورهه جي اُلاري رات، نه ئي ڪو اوڙاهه جنهن مان ڪڏهن نڪري نه سگهجي. ونس هڪ ڪوٺالي جو سگهارو ۽ باغي روح آهي: هن کي هميشه 'هن ڪاليوڳ' ۾ اميد آهي. لاشڪ سندس ان اميد جو سرچشمو روحاني آهي ۽ بعض طور چئي سگهجي ٿو ته اڄ جي زماني ۾ جڏهن ڪنهن به قدر نه رهيا آهن تڏهن اهو سڀ غير حقيقي يا وهمي لڳي ٿو. پر ڪبير پنهنجي شعر ۾ ڪهڙو ٿي ڪجهه چئي ويو آهي. ڀلي ڪو سندس اهڙو واد سان متفق نه به ٿئي ته به انڪري منجهانئس هٿ ونڃائڻ لاءِ ڪبير بنهه ئي ريجهائڻ لازمي ناهي. اها ۾ ئي سندس دائم قائم شاعراڻي عظمت جو راز آهي، هو زمان ۽ مڪان جي سرحدن کان گهڻو دور آهي. سندس شاعراڻو مشاهدو وڌيڪ وسيع ۽ بلند آهي. تيرهين يا چوڏهين صديءَ ۾، هندستان ۾ ڪنهن حڪومت هئي، ڪهڙي حڪومت هئي ان ڪٿ بحث ۾ هو پئو لي ڪمن، پنهنجي زماني جي ادبي بدعتن ۽ روايتن کان پڻا ئي پرواهه رهيو. هن اهڙي ڪجهه

## (آئينو آپ ھي ڀڄي پيو...)

لوڪان ڀڄندو ڀاڄ ڀڳو!
شيشي جي گهر منجهه ڪتو جنهن
ڀوم ۾ ڀاهي ڀڙڪي مُئو!
ڪيهر شينهن ڪريو جنهن کوه ۾
ڏسندي پنهنجو ئي پاڇو!
ڦٽڪيءَ جي ڇپ ۾ الن هاٿيءَ
ڏند ڀڪوڙي ڇڪ وڌو!
ٻانڊر مُٺ ۾ ڪلهي مسالي
گهر گهر ٽڪيو نچ ڏيندو!
چوي ڪبير او طوطا، لوڪي
ڪنهن پڪڙي ۾ بند ڪيو؟

## (اينو پرم بڪُوڇن پاري...)

پاري پرم هي رچيا ساري،
ويد ڪتيب ڀهشت ۽ دوزخ
ڪنهن پُرش ڪنهن ناري؟
نانءُ متيءَ جو لهو الهن ليءِ
ساد ۽ بوند برابر،
ٻيو نه ڪجهڙو نانءُ ڏيهدين
سارو پرم سراسر!
چم گُندا هڪ جهڙا لين جا
هڪڙو مل ۽ موُتر،
هڪ ڏڙي مان پيدا ٿيا سڀ،
ڪنهن بانڀڻ ڪنهن سُودر؟
رج گڻ برهما، تم گڻ شنڪر
ست گڻ هري اهو ليءِ،
چوي ڪبير رام جي ليلا
هندو ترڪ نه ڪوئي!

(تورکو پيو ملينگي گهونگهٽ کي، پٽ کول ري)

گهونگهٽ جو پٽ کول ري
پهچي پرين کي، پاليندين لون!
گهٽ گهٽ اندر سائين وسي ٿو
ڪڙا ٻول نه ٻول ري...
ڌن جوڀن جو مان نه ڪر لون
ڦاني انگ سڀول ري...
سُن محل ۾ ڏيئڙو ٻار
آس نه ڇڏ نه ڊول ري...
جوڳ جڳت سان رنگ محل ۾
لڌم پرين انمول ري...
چوي ڪبير آنند ٿيو آ
وڃي اناهد ڍول ري...

(رهنا نهين ديس برانا هي...)

هلبو هلبو رهڻو ناهي
هي نه لمو پرديس چوي!
هي سنسار پُڙي ڪاغذ جي
بوند پوڻ سان وڃي ڳري!
هي سنسار ٻني ڪنڊن جي
ڦاسي ڦٽڪي وڃبو مري!
هي سنسار ڪکن جي ڍري
باهه لڳي، ٿي خاڪ ٿري!
چوي ڪبير سُڻو ڀائي سادو
ستگر نام جي اوٽ ڪري!

(ٻُڍِيا هنس بولي ...)

ٻوڍڙيءَ مشڪي اُتر ورجايو، آءٌ هميشه جوان،
موڙڪان آهه جوان ڀلا ڪا ڪامڻ سونهن نڌان؟
مون ۾ ڇي ٻهڪيا ڏند وڃايا ڪاٽي ڪاٽي پان،
وار ڇڏي وڃا پس ڪندي ڪيڏي گنگا جو اشنان!
سرمو پالي پاتي وڃاير اکڙيون ۾ رلنار،
سنگ ڪري تو ٻُرش، جو ڳهاڙير ٻهڪي سچي جمار!
ٻرش سنڀالل ڪاڄ ڪرهان اڻا ڄاڻل لاءِ سينگار،
ٻوڍي هوش لي ڳالي، ڪاٽي ٻهڪيا ٻاڙ پتاڙ.

(مايا مها ٺڳڻي هم ڄاڻي ...)

مايا ڇل نہ سگهي ڪو ڄاڻي
ترگڻ سرگڻ رکي ڦاٿن ۾
بولي مٺڙي ٻاڻي
ڪيشو وٽ ڪملا ٿي ويٺي
شو وٽ ڀٺي ڀواني
پنڊت وٽ مورت ٿي واٺي
تيرٿ اندر پاڻي
جوڳيءَ وٽ جوڳڻ ٿي ويٺي
راجا جي گهر راڻي
ڪنهن وٽ هيرو ٿي ويٺي
ڪنهن وٽ ڪوڏي ڪاڻي
ڀڳتن وٽ ڀڳتڻ ٿي ويٺي
برهما وٽ برهماڻي
چوي ڪبير ٻڌو ڀائي سادو
هيءَ سڀ اکٿ ڪهاڻي!

### ( لائؤ بابا آگ جلائؤ گهري ري )

بابا، آئيو آگ جلايو گهر کي
ان ڪارڻ من ڏتالو ڏاڍي !
من ۾ آئسر ڪڪ ڏاڍ ونئي
اني الي ابد ڏنک هٺي ٿي !
ان ڏاڍ سڙجا بنجي ڇوڪرا
تاج ٿهاڙي ڏيهن رانيسا !
چوي ڪبير ماڻ انجو داس
ڏاڍ سنگ رهي جو اداس !

## ( نيڻون ڪي ڪر ڪوٺڙي ... )

پُتلي ٻڌائي ڪرلسڙي - وجهي ونين جي سيج،
۽ ببڻين جي چڪ ڏئي - ڪريان ڪانڌ سان ڪيج!

خط پت لکانس، جيڪڏهن پرين هجي پرديس،
تن من نيڻن ۾ وسي - ڪهڙو ڏيو سنديس!

## ( اري ان دوئن راه نه پائي ... )

راهه ٻنهي کي هٿ نه آئي!
هندو ڇُهڻ نه ڏئي گاگر کي
پنهنجي ڪري وڏائي
ويشيا جي پيرن ۾ ليٽي
اهڙا ڏسو هندوائي ...
مسلمان جا پير اوليا
ويٺا ڪُڪڙ کائي ...
هندن جي هندوائي ڏٺي مون
تُرڪن جي تُرڪائي
ڪهڙي وٺجي واٽ اي سادو
ڏسيو ڪبير کي پائي!

## (نه ڄاڻي صاحب ڪيسا هي ...)

اڻڏٺي صاحب آهي ڪهڙو!
مُلا مسجد منجهه پڪارين
ڪي ٻوڙو ٿيو صاحب تنهنجو؟
ڪيڙيءَ جي پيرن ۾ گهنگهرو؛
صاحب ڇمڪو سو به ٻُڌي ٿو!
پنڊت ٻڌي آسڻ ماري
لنبي مالا ڦيرين وينو،
تنهنجي اندر ڪپٽ جي ڪينچي
اُن نه ڪڏهن بي صاحب پاتو!

## (پربت پربت مين ڦريا ...)

پورب پورب مان رُليس - روئي وڃايم نوُر
مُئا جياري جا سکهي - ٻوٽي ملي نه مُور!

اکڙيون جهلمون، ڪهڙي ڪهڙيءَ - واٽ تڪي لو ٽڪاڻ
لون نه پلنين نه خوشي ملي - ويڏن اڻ مون ساڻ!

آهه سُکي دنيا سڀي - کائي ننڊ ڪري
جاڳي ڏُکي ڪبير ۽ - روئي ۽ پوري!

## (پنڊت باد بدنتي جهوٺا ..)

پنڊت ڪن ٿا بحث اَجايو!
رام چوڻ سان موڪش ملي جي
کنڊ چوڻ سان وات مٺو ٿئي،
باھ چوڻ سان پيٽ پڙڪي
پاڻي چوندي پياس نہ مٽجي!
جيسين ڀوري اَنــدر آهي
طوطو هـر گهـر رام پڪاري،
جهنگل ڏانهن وڃي سو اڏري
پــوءِ نہ موٽي رام سڀاري!
پريم سچي مايــا وشين سان
ڀڳتن ساڻ رڳــو ڪل چرچو،
انهيءَ پريم ڪبير، نہ دل ۾
ويندين جم پور ٻــڌجي سوگهو!

## ( نا مين ڌرمي نهين اڌرمي ... )

آءٌ نہ ڌرمي نہ واهہ اَڌرمي - آءٌ جتي ستي نہ ڪو ڪامي
آءٌ نہ ٻڌايان ۽ نہ ٻُڌان ڪي - آءٌ نہ سيوڪ يــا سوامي!
آءٌ نہ مُڪت نہ بندن ۾ ئي - دل نہ، اَچاهيءَ نہ دل قالي
آءٌ نہ ڪنهن کان نيارو آهيان - آءٌ نڪي ڪنهن جو سالي!
نرڪ لوڪ ڏي آءٌ نہ ويندس - سرڳ ڏانهن ٻيا ڪين وڃان
سڀئي ڪرم ڪيا مون آهن - پوءِ بہ الڳ مان ڪرمن کان!
هن منہ کي ڪو ورلو سمجهي - سمجهي سو سيتــگر آهــي
ٿاپي منہ نہ ڪبير ڪولي ۽ - ڪنهن کي ڪنهن جو منہ ڏاهي!

## ( سنتن جات نہ پڇو نرگنيان ... )

ڪھڙي ذات پڇين سنتن جي - ذات پات کان سنت پري!
ساڌو برهمڻ ساڌو کتري - ساڌو واڻيا جاٽ بہ،
ساڌن جون ٽيون ڇٽيهہ جاتيون - ڪنهن ڀلا ڇا پڇا ڪري!
ساڌو نائي ساڌو ڌوٻي - ساڌو آهن واڍن ۾،
ساڌن ۾ رئداس سنت ٻي - شوپچ رشي هو ڀنگي ري!
جهڙا هندو جهڙا مسلم - ساڌو آهن ساڳيائي!
دنيا ۾ لک جاتيون ڦهليون - پيدا ڪري ڪجهہ ٻي نبيري!

## ( موکو ڪهان ڍونڍي بندي ... )

آءُ نہ ڪٿي ڳولين تون مونکي مان تہ توهنجي پاس ۾!
مان نہ ٻڪريءَ ۾ نہ رڍ ۾، نا ڇُري تلوار ۾،
مان نہ کَلَ ۾ ءُ نہ پُڇ ۾، مان نہ هڏ نا ماس ۾!
مان نہ ڪرمن نا ڪرياڻ جوڳ نا وراڳ ۾،
مان نہ ديول نا ڪ مسجد ڪعبي نا ڪيلاش ۾!
ڪوئي ڳولائو جي تہ پسائي پل جي تلاش ۾،
چئہ ڪبير اُن تو ٻڌائي رام سوانسن سواس ۾!

## ( تيرا ميرا منوا ڪيسي اِڪ هوءِ ري... )

تنهنجو منهنجو من ڪئن هڪ ٿئي؟
آءٌ ٻڌايان اکين ڏٺي سڀ
ليڪن تنهنجي ڳالهه ڪتابي،
آءٌ چوان سلجهائڻ واري
تون ته وڃين ٿو ويتر ڦندي!
آءٌ چوان ته سجاڳ رهو نت
ليڪن آهين ننڊ ۾ ستون،
آءٌ چوان نرموهي ٿي رهه
تنهنجو من پر موهه ۾ اٽڪي!
آءٌ ڪيس سمجهايان جُڳان جُڳ
پر جو ڪنهن کي سمجهه اچي ڪا،
تون ته ڦرين هڪ رلدڙ وانگر
پنهنجو سڀ ڌن دولت کوهي!
ستگرو امل نِجهر وهائي
ڌوئي ڇاڻ ڪري وڃ ڪايا،
چوي ڪبير سڻو ڀائي سادو
بانين پنهنجي من مطلب ڪي!

# کجھ ڏکيا لفظ

کبير

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| سکن | ڏسڻ ۾ اچي |
| ساڪار | جنهن جي شڪل هجي |
| سنساڻي | وهمي |
| پرلوڪ | پيو جهان |
| پورڻ | ڪامل |
| پرماتم | مالڪ |
| پريم ڀاؤ | پيارو جذبو |
| ڪريا | حرڪت |
| سهج ساماڌ | فنا في الله |
| سهج ميلاپ | فنا في الله |
| ساهتيڪ | اديب |
| سمپرتاريه | پوئلڳ |
| ودوان | علم وارو- ڄاڻو |
| انادي | جمر- موت کان مٿي |
| پَر ڻا لي | پيڙهي- نسل |
| شش | مريد- چيلو |
| پنت | عقيدو |
| رچنا | تخليق -شعر |
| سنسڪار | پڄاڻ |
| سيما | حد |
| واڻي | گفتار-ٻول |
| اُپديشڪ | معلم- علم ڏيڻ وارو |
| رهسيه | سوچ-فڪر |
| اپنشد | ڌرمي ڪتاب |

| | |
|---|---|
| آدوت | جوڙڪي |
| ادويت واد | وحدت |
| ايشورواد | مالڪ جي واڪاڻ |
| الوپ | سهڻو- نرالو |
| پرمپرا | تهذيب- رسم رواج |
| تانترڪ | جوڳين جو قسم |
| سڌ | جوڳين جو قسم |
| ناٿ | جوڳين جي قسم |
| اروپ | بنا شڪل |
| نرگڻ | دنيا وي ڳڻن کان مٿي |
| ورڻن | بيان |
| آڪار | هيئت- شڪل |
| نراڪار | بي روپ- بنا شڪل |
| مت ڀيد | فرق |
| ورودي | مخالف |
| پاکنڊ | ڪوڙ |
| ڀيد | فرق |
| اونڪار | الله |
| آلوچڪن | نقادن |
| شونيه | ٻڌ ڌرم جو اصطلاح |
| نالهه | ٻڌ ڌرم جو اصطلاح |
| وجريان | ٻڌ ڌرم جو اصطلاح |
| ساڌنا | ڪوشش |
| آتم | روح |
| ڪشر | اکر |
| اکشر | لفظ |
| وستار | ڦهلاءُ |
| پرپورڻ | ڪامل |

| | |
|---|---|
| اشٽ | هڪ روحاني مقام |
| شرڌا | سڪ-عقيدت |
| آنند | سرور- سڪون |
| شڌ | پاڪ |
| ستيہ | سچ |
| انڀو | تجربو-آزمودو |
| اکنڊ | ورهائجي نہ سگهي |
| پرڪاش | آسماني روشني |
| ناد | آواز |
| انهد ناد | الاهي آواز |
| سماڌي | الاهي مستي- مراقبي واري حالت |
| پراڻ | وجود -هستي |
| سوکيم | سهڻو-نازڪ |
| پرگهٽ | ظاهر |
| گپت | لڪل |
| گياني | روحاني ڄاڻ وارو |
| امر | لافاني |
| اجنما | نہ پيدا ٿيندڙ |
| اوناشي | ڪڏهن ختم نہ ٿيندڙ |
| اوستا | منزل |
| بنڌن | پابندي- بنڌن |
| مڪت | ڇوٽڪارو |
| سرشٽي | هڪ جاندار |
| ڪڻ پنڪر | مٽيءَ مٺ-ٿورو جهڙو |
| موکش | نجات |
| سنتاپ | ڏولاوا-ڏک |
| نرواڻ | پوري نجات |
| نرڀيہ پد | نجات وارو مقام |

| | |
|---|---|
| سمر درشٽي | هڪ جهڙائي |
| وڪارن | اوگڻ |
| اگيان | لاعلم |
| سرواهي | مختصر |
| منووگيانڪ | سمجهه وارو |
| اڌياتمڪ | روحانيت وارو |
| ڌارمڪ | مذهبي- ڌرمي |
| وگيانڪ | سماجي-سائنسي تعليم |
| هٺ يوگ | يوگين جو قسم |
| پرالڪ | جسم وارو |
| مهنت | ڄاڻو |
| نرموهي | بنا لڳاءِ جي |
| سنگهاسن | تخت |
| هون | پوڄا جو طريقو |
| النڪارشا سترين | پڙهندڙن جو ٽولو |
| واديوواد | ڳالهه ٻولهه- بحث مباحثو |
| برهم آنند | الاهي سرور |
| ڪلا | هنر، فن |
| وديا | تعليم |
| ويدنا | ڄاڻ، تجربو |
| ڪاويه | شاعري |
| سچيت | سٺي سوچ رکندڙ |
| سمانتا | تڪميل |
| وِدوان | عالم-ڄاڻو |
| سوتڪ | وهم- سنسو |
| سمرٿ | مڪمل-ڪامل |
| ڪپٽ | ڪوڙ |
| اديت | رسم رواج |

نہ هم هندو نہ مسلمان-
الله رام کي، پنبڌ پراڻ-

# ڪبير - واڻي

اول الله نور اُپايا، قدرت کي سب بندي،
ايڪ نور تي، سب جگ اپجيا، ڪونہ ڀلي ڪو مندي.
لوگا ڀرم نہ ڀولئو ڀائي.
خالقُ خلق، خلق ۾ خالقُ، پور رهيو سرب ٺائي.
ماٽي ايڪ انيڪ ڀانت، ڪر ساجي ساجن هاري،
نا ڪڇ پوچ ماٽي کي ڀاندي، ناڪڇ پوچ ڪنڀاري،
سب ۾ ساچا ايڪو سوئي، تسڪا ڪيا سب ڪڇ هوئي،
حڪم پڇاڻي سو ايڪو جائي، بندا ڪهئي سوئي،
الهہ الک نہ جائي لکيا، گور گڙُ دينا ميٺا.
ڪهي ڪبير ميري سنڪاناسي، سرب نرنجن ڏيٺا.